# دُرِّ نایاب عرف یادِ رفتگان

(مرحوم شاعرن جي تصويرن، چونڊ ڪلام ۽ مختصر احوال جو مجموعو)

مخدوم طالب المولىٰ

سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو، سنڌ

1433هه / 2012ع

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | سال 1953ع | تعداد 1000 |
| ڇاپو ٻيو | سال 1994ع | تعداد 1000 |
| ڇاپو ٽيون | سال 2012ع | تعداد 1000 |

قيمت: چار سو رپيا
(Price: 400-00)

خريداري لاءِ رابطو:

**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)

Email: sindhiab@yahoo.com

www. Sindhiadabiboard.org

سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، مسٽر الهڏنو وگهيو جي اجازت سان، تعمير پرنٽنگ پريس ڪراچي مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ترتيب



## شعراءِ ڪرام:

(فهرست تاريخ وفات مطابق)

| | | | |
|---|---|---|---|
| 88 | پير ميان غلام محي الدين "ميل" صديقي | (1887 – 1955ع) | 92 |
| 89 | محمد حيات شاهه "حافظ" | (1875 – 1955ع) | 93 |
| 90 | مرزا همايون بيگ "لائق" | (1908 – 1957ع) | 94 |
| 91 | خليل محمد امين "عرش" بلي | (1907 – 1957ع) | 95 |
| 92 | سردار بهادر محمد بخش "ڪوچڪ" | (1891 – 1959ع) | 96 |
| 93 | اختر هالائي | (1917 – 1959ع) | 97 |
| 94 | نواز علي "نياز" جعفري | (1892 – 1959ع) | 98 |
| 95 | سيد بيدل شاهه "بيدل" | (1898 – 1959ع) | 99 |
| 96 | حاجي محمود "خادم" الاڙڪاڻوي | (1895 – 1960ع) | 100 |
| 97 | احمد خان ابڙو "لطيف" | (1900 – 1960ع) | 101 |
| 98 | صوفي نصير محمد فقير جلالاڻي | (1842 – 1960ع) | 102 |
| 99 | محمد فقير کهوڙو | (1881 – 1960ع) | 103 |
| 100 | حافظ محمد اسلم مهيسر | (1887 – 1960ع) | 104 |
| 101 | مرزا علي بخش بيگ "ڪوثر" | (1911 – 1961ع) | 105 |
| 102 | محمد صديق "مسافر" | (1879 – 1961ع) | 106 |
| 103 | غلام عباس "جوش" | (1904 – 1962ع) | 107 |
| 104 | مرزا گل حسن بيگ "احسن ڪربلائي" | (1897 – 1962ع) | 108 |
| 105 | الهڏنو فقير ملاح | (1882 – 1962ع) | 109 |
| 106 | سيد ميران محمد شاهه "مهجور" | (1898 – 1963ع) | 110 |
| 107 | قاضي احمد ابڙو "ساجن" | (1902 – 1964ع) | 111 |
| 108 | سيد نور محمد شاهه "نوري" | (1890 – 1965ع) | 112 |
| 109 | فقير وحدت علي نفرج | (1934 – 1965ع) | 113 |
| 110 | پير عبدالستار جان "پير" | (1894 – 1966ع) | 114 |
| 111 | رئيس ضياءالدين "ضيا" | (1910 – 1966ع) | 115 |
| 112 | سيد جهنگل شاهه مست | (1904 – 1967ع) | 116 |
| 113 | صوفي "راضي" فقير دراڙي | (1903 – 1968ع) | 117 |
| 114 | لطف الله "لطف" بدوي | (1904 – 1968ع) | 118 |
| 115 | مولوي حاجي احمد ملاح | (1896 – 1969ع) | 119 |
| 116 | مهدي سنڌي | (1889 – 1969ع) | 120 |
| 117 | نواب مرتضى محمد خان لغاري | (1892 – 1969ع) | 121 |
| 118 | ڊاڪٽر قاضي علي احمد "علي" | (1892 – 1970ع) | 122 |
| 119 | حيدر بخش جتوئي "حيدر" | (1901 – 1970ع) | 123 |
| 120 | رشيد احمد لاشاري "رشيد" | (1922 – 1970ع) | 124 |
| 121 | مرزا علي نواز بيگ "خسروي" | (1876 – 1970ع) | 125 |
| 122 | حاجي الله بخش "سرشار" عقيلي | (1907 – 1972ع) | 126 |
| 123 | فقير عبدالخالق "فضل" فقير | (1867 – 1972ع) | 127 |
| 124 | فقير حسرت علي ڪلهوڙو | (1910 – 1972ع) | 128 |

## شعراء ڪرام:

(فهرست تخلص وار)

| | | | |
|---|---|---|---|
| 20 | امير: | امير قريشي "امير" | 151 |
| 21 | انجم هالائي: | آخوند حاجي عبدالرحمان ميمڻ "انجم هالائي" | 138 |
| 22 | انور: | فقير سيد انور علي شاهه نقوي "انور" | 85 |
| | | (ب) | |
| 23 | بدر: | بدرالدين قريشي "بدر" | 201 |
| 24 | بردو سنڌي: | محمد رمضان لاشاري "بردو سنڌي" | 192 |
| 25 | بسمل: | حافظ عبدالله تگڙائي "بسمل" | 79 |
| 26 | بلبل: | شمس الدين شيخ "بلبل" | 31 |
| 27 | بهاول: | صوفي فقير نواب بهاول خان لغاري "بهاول" | 194 |
| 28 | بخشي: | فقير الله بخش "بخشي" هالائي | 80 |
| 29 | بيخود حسيني: | سيد اسدالله شاهه تگڙائي "بيخود حسيني" | 160 |
| 30 | بيدل: | آخوند عبدالقادر بکو "بيدل" | 46 |
| 31 | بيوس: | ڪشنچند "بيوس" | 76 |
| | | (ٻ) | |
| 32 | ٻهل: | مرزا ٻهل بيگ عرف مرزا مراد علي بيگ "ٻهل" | 28 |
| 33 | ٻهل: | ٻهل فقير آگرو "ٻهل" | 61 |
| | | (پ) | |
| 34 | پريل: | حاجي پريل خان مگسي "پريل" | 24 |
| 35 | پير: | پير عبدالستار جان سرهندي "پير" | 114 |
| 36 | پيرل: | سيد پيرل شاهه "پيرل" | 99 |
| 37 | پيرل پياسي: | پير محمد مولائي نئون "پيرل پياسي" | 163 |
| 38 | پتيل: | پير ميان غلام نبي عرف پيلڻو صديقي قريشي هالائي "پتيل" | 15 |
| 39 | پيتار: | فقير پيرل پيل "پيتار" | 81 |
| | | (ث) | |
| 40 | ثابت: | سيد ثابت علي شاهه لکياري "ثابت" | 143 |
| 41 | ثنائي: | مولوي ميان ثناالله ڪيهار "ثنائي" | 141 |
| | | (ٽ) | |
| 42 | ٽيڪوڻ: | ڀڳت ٽيڪن رام "ٽيڪوڻ" | 68 |
| | | (ج) | |
| 43 | جان علي: | نواب جان محمد خان لغاري "جان علي" | 77 |
| 44 | جعفري: | خانصاحب غلام علي "جعفري" | 86 |
| 45 | جعفري: | هزهائينس مير محمد نصير خان ٽالپر "جعفري" | 8 |
| 46 | جليس هالائي: | محمد يعقوب ابڙو "جليس هالائي" | 197 |
| 47 | جمال پلي: | عبدالرحيم عرف راڄ محمد پلي "جمال پلي" | 212 |
| 48 | جمن هالو: | محمد حسين عرف محمد جمن هالو "جمن هالو" | 146 |



(12- ذوالحج 1316ھ مطابق 23- اپريل 1899ع)
(26- رمضان 1372ھ مطابق 9- جون 1953ع)

# انتساب

نهايت خلوص ۽ هزار احترام سان عالم فاضل ۽
تعليم جي شهنشاھ يعني
مخدوم محمد سعيد عرف

## حضرت عمويم مخدوم غلام حيدر مرحوم

خلد آشيان جي اسم گرامي سان منسوب ڪندي بيحد خوشي محسوس ڪريان ٿو.

**مخدوم طالب المولىٰ**

"مخدوم غلام حيدر" سائين جن دنيا اسلام جي عظيم يونيورسٽي ديوبند جا فارغ التحصيل هئا جتان باقاعده سند حاصل ڪيائون. اُنهيءَ ڪري مڪتب ۾ ويهي ڪتب نويسي، اسڪول، ڪاليج، مدرسا ۽ مسجدون تعمير ڪرائڻ ۽ مرمت ڪرائڻ سندن پسنديده مشغلو هو. سندن لائبريريءَ ۾ ديني اسلامي ۽ تاريخي ڪتابن جو تمام وڏو ذخيرو موجود هو. انهن گهڻين سياسي، سماجي ۽ ديني مصروفيتن جي باوجود پاڻ ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيائون ۽ ڪرايائون جن ۾ اسلامي تصوف 1932ع، مختصر سوانح حيات حضرت مخدوم نوح 1933ع، اسوهِ محمدي 1935ع، سيرت النبي ﷺ 1945ع، منهاج المؤمنين (مرتب محمد صالح پٽي) سطعة الفوح عرف سڪينة الروح 1948ع ۾ مڪمل ڪيائون. پاڻ پنهنجي خرچ سان ڪتاب ڇپائي مفت تقسيم ڪندا هئا.

سندن فڪر ۽ سمجهه موجب سنڌ جي باشندن خاص طور مسلمانن جي سياسي، معاشي ۽ سماجي پستيءَ جو علاج هن خطي جي ماڻهن جي تعليمي پسماندگي دور ڪرڻ سان ئي ممڪن هو. انهيءَ ڪري سندن سمورو ڌيان سنڌ جي تعليمي ترقيءَ طرف رهيو، جنهن ۾ سندن لائق پائٽيو حضرت مخدوم محمد زمان طالب المولى آسترهون يڪدرا سندن ٻانهن ٻيلي هو.

قيام پاڪستان جي اوائلي دور ۾ سنڌي ماڻهن جي تعليمي ترقيءَ جي سرگرمين ۾ مصروف رهيا. سندن ڪوششن ۾ شفيع محمد شهنشاهه، ماستر نارائڻ داس ۽ ماستر عبدالرحيم ارباب ساڻن گڏ هئا.

1940ع ۾ مخدوم غلام حيدر سائين جن هالا شهر ۾ سنڌ پرائمري اسڪول کولايو ۽ 1942ع ۾ انگريزي اسڪول کولرائي جنهن کي 1943ع ۾ هاءِ اسڪول جي درجي تائين پهچايائون ۽ جلد ئي غريب شاگردن جي سهولت لاءِ بورڊنگ هائوس ۽ ان ۾ ڪاٺي پيتي جو انتظام پڻ ڪرايائون.

مخدوم غلام حيدر جن کي اولاد ڪونه هو ۽ تعليمي ادارن ۾ پڙهندڙ هر هڪ ٻار کي پنهنجو اولاد سمجهندا هئا.

پاڻ 1945ع ۾ ايجوڪيشن سوسائٽي هالا قائم ڪرائي ۽ نارائڻ داس کي اُن جو سيڪريٽري مقرر ڪيائون

پاڻ 1947ع کان سروري اسلاميه ڪاليج هالا جي تعمير جو ڪم آستي عبدالهاديءَ جي نگرانيءَ ۾ شروع ڪرايائون جيڪو 1951ع ۾ جڙي راس ٿيو ۽ جلد ئي پڙهائيءَ جو ڪم شروع ٿيو.

پاڻ هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج جي لاءِ شاندار مسجدون تعمير ڪرايائون ۽ سروري اسلاميه ڪاليج هالا لاءِ هڪ سو ڪمرن تي مشتمل "طالب المولى هاسٽل" پڻ تعمير ڪرايائون

1944ع ۾ "گورنمينٽ گرلس ڪاليج هالا" حضرت مخدوم محمد زمان طالب المولى سائين جن جي ڪوشش سان منظور ٿيو.

حضرت مخدوم غلام حيدر سائين جن وٽ ڳوٺ جي بيواهن، نادارن، عليل ۽ مفلسن جو پورو تفصيل موجود هوندو هو جن کي ري گهرڻ مالي امداد پهچائي ويندي هئي

حقيقت ۾ اهي سڀ علمي ۽ ادبي ڪوششون ۽ ڪاوشون سروري خاندان جي مردِ مومن حضرت مخدوم غلام حيدر سائين جن جون آهن. اُن ڪري هالا ۽ پسگردائيءَ جا ماڻهو محبت ۽ سڪ سان کين "جديد هالا" جو معمار ڪري سڏيندا آهن ۽ هالا شهر کي اسڪولن، ڪاليجن، مدرسن ۽ مسجدن جو شهر سڏين ٿا.

شال الله تعالى جي رحمت جي بارش سدائين سندن مٿان وسندي رهي!

(ڊاڪٽر عبدالرحمان قريشيءَ جي مقالي تان ورتل)



**عاليجناب مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ**

(9 محرم الحرام 1338ھ / 6 آڪٽوبر 1919ع)

(18 رجب 1413ھ / 11 جنوري 1993ع)

ماءُ ڪاھوڙي ھليا، دکائي دونھان
چپر جا سونھان، ڏونئين ڏٽ چٽائيو،
(شاهؒ)

# عقيدت جو نذرانو

مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ جهڙي عظيم انسان جي ذڪر ڪرڻ لاءِ سنڌي مهڙي صورت ۽ سهڻي سيرت آڏو اچيو پئي. الله پاڪ جون مٿن وسيع مهربانيون هيون. پاڻ ان ڳڻ خوبين جا مالڪ هئا. سياست ۾ رهيا ته هڪ مثالي ڪردار ادا ڪيائون. سجادگي ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. ڪيترن ئي غريب ۽ نادار اديبن ۽ شاعرن جي ڳجهي نموني مدد ڪيائون. ساڄي هٿ سان ڏنائون ته کاٻي هٿ کي خبر ئي نه پئي. ڪيترين ئي ادبي انجمنن جي مالي مدد ڪيائون. تعليم جي فروغ لاءِ تعليمي ادارا قائم ڪيائون. جيڪي اڄ به تعليم جو نور پکيڙي رهيا آهن. عقيدتمندن سندن عقيدت ۾ مختلف شهرن ۾ "بزم طالب المولیٰ" قائم ڪئي ته انهن جي سرپرستي ڪيائون ۽ هزارن وڏن انهن جي مدد ڪيائون. اهڙيءَ ريت انهيءَ خاص طرز شعر و شاعريءَ کي ترقي حاصل ٿي.

پاڻ نه فقط سنڌي ادب، پر سنڌي ثقافت جا به سچا عاشق هئا. ان وقت جي پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ۾ چاهين ها ته وڏي کان وڏو عهدو ماڻي سگهن ها. پر فقيراڻي طبع ۽ سنڌي ادب سان عشق سبب سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمين شپ قبول ڪيائون. رڪارڊ شاهد آهي ته سنڌي ادبي بورڊ ۾ سندن دور هڪ سونهري دور رهيو. ان دور ۾ ادبي بورڊ مثالي ترقي ڪئي. ملازمن کي ماڻ مليو ۽ ڪڻ دل سان ڪم ڪيو. تنهنڪري تمام گهڻا ڪتاب شايع ٿيا.

سنڌي ادبي تاريخ تي نظر ڊوڙائڻ سان معلوم ٿيندو ته ادبي تاريخون ته مختلف اديبن عالمن لکيون آهن جن ۾ محمد صديق ميمڻ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ۽ ڪي ٻيا اديب ۽ عالم اچي وڃن ٿا. پر انهن عالمن ۽ اديبن، شاعرن جي تذڪرن ڏانهن تمام گهٽ ڌيان ڏنو آهي. نظير هدايت علي نجفي تارڪ پهريون عالم آهي جنهن سنڌ جي شاعرن جو تذڪرو لکيو. بهاولپور جي هڪ اديب حفيظ الرحمان ان جو اردو ترجمو ڪري ڪتاب ڇپرايو. پر افسوس جو اصل مسودو ان وٽ ئي رهجي ويو. راقم کي پورا ٻه سال بهاولپور وڃي سندس پاڙيسري سيد عبدالرحمان کي اهو قلمي ڪتاب موڪلڻ ڏيڻ لاءِ چيو. پر اُتان اهو قلمي نسخو نه ملي سگهيو.

ٻيو تذڪرو لطف الله بدويءَ جو "تذڪره لطفي" جي عنوان سان ٽن جلدن ۾ شايع ٿيو. افسوس جو اهي ٻئي تذڪرا اڻ لڀ آهن. محمد بخش واصف جو "تذڪرة الشعراء"، عبدالله بسمل جو "تذڪره شعراءِ ٺٽو"، سليم هالائي جو "تذڪره شعراءِ هالا"، عبدالمجيد موج جو "تذڪره شعراءِ سکر"، بنده راقم جو "آديسي آئي ويا" ۽ ڪن ٻين عالمن ۽ اديبن جا الڳ الڳ تذڪرا شايع ٿيا، پر اهي مختصر تذڪرا آهن ۽ نه وري انهن ۾ شاعرن جون تصويرون ڏنيون ويون آهن. تنهنڪري ان ڳالهه جي سخت ضرورت محسوس ڪئي ٿي وڃي ته ڪو عالم سنڌي شاعرن جو ضخيم تذڪرو لکي. اهڙو اعليٰ ادبي ڪم ڪو بلند پايه شاعر ۽ شعر و شاعريءَ جو سچو عاشق ئي ڪري سگهي ٿو.

نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته قبله سائين مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ اهو ڪم نهايت شاندار نموني ڪري ڏيکاريو ۽ "دُرِ نایاب عرف یادِ رفتگان" جي نالي سان سنڌي زبان جي مرحوم شاعرن جو هڪ يادگار ۽ شاندار تذڪرو تيار ڪري ڇپرايو هو، نه صرف هڪ ضخيم تذڪرو آهي پر قسمين قسمين گلن جو هڪ مهڪندڙ گلدستو آهي يا ائين چئجي ته اڻ ملهه اديبن موتين جو خزانو آهي.

قبله سائين مخدوم صاحب جي عشق کي آفرين جو سندن دل ۾ وڇڙي ويل شاعرن کي زنده جاويد ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو. ان لاءِ پنهنجي هڪ خاص ملازم کي ذميواري ڏنائون ته سنڌ جي مختلف شهرن، وستين ۽ واهڻن ۾ وڃي شعراءِ ڪرام جون تصويرون ۽ سندن زندگيءَ جا احوال هٿ ڪري اچي. هن قبله سائين جي حڪم جي تعميل ڪندي پورا ٻه ورهيه محنت ۽ محبت سان اهو ادبي ڪم ڪيو ۽ سفر جون صعوبتون سهي جوڳيتائيءَ شاعرن جا فوٽو، ڪلام جو نمونو ۽ مختصر زندگيءَ جو احوال هٿ ڪري آيو. اهڙيءَ ريت "ياد رفتگان" جو پهريون ڇاپو تمام خوبصورت انداز ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

قبلہ سائين مخدوم صاحب جي هن محنت ۽ محبت جي هر فرد سارا هر ڪئي وڃي. ياد ڪتاب جي اهميت ۽ ضرورت محسوس ڪندي ان ۾ ڇاپي جي تياري ڪرائين. اخبارن رسالن ۾ اعلان ڪيائون. سهڻي ڪم جو قدر ڪيو ويندو آهي. ٿورڙي گهڻي مهلت ملي پهرين ايڊيشن ۾ ڪجهه شذارا ۽ واڌارا ڪيائون ۽ ڇاپي ۾ 215 شاعرن جو احوال، ڪلام جو نمونو ۽ تصويرون شامل آهن. محترم شمشير الحيدري جيڪو ان وقت سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري هو تنهن پنهنجي پيش لفظ ۾ هن ڪتاب جي تعريف ڪندي صحيح لکيو آهي ته "ياد رفتگان" ۾ مختلف دورن، مختلف هنڌن، مختلف صنفن ۽ مختلف فڪري مڪتبن جي شاعرن کي گڏ ڪيو ويو آهي جيئن ته انهن جو مختصر تعارف ڏنو ويو آهي. ۽ انهن ۾ هر هڪ جو جنم ۽ وفات سن، رهائش جو هنڌ، روزگار جو وسيلو تعليمي شوق شغل شاعراڻو مرتبو ۽ شاعريءَ جو نمونو سڀ ضروري معلومات اهڙي طرح ڏني ويئي آهي جو "ياد رفتگان" ٿورڙي شاعرن جي هڪ مستند ڊڪشنري بڻجي پئي آهي. جيڪا حوالي جي ڪتاب طور ڪم ايندي."

يا انهي ايندڙ وقت جا محقق هن ڪتاب مان استفادو ڪندا. ڇو ته سنڌي شاعرن متعلق ايترو اهم ۽ معياري مواد ٻئي ڪنهن ۾ ڪتاب ۾ موجود نه آهي. انهيءَ لحاظ سان هيءَ هڪ منفرد ۽ مثالي ڪتاب آهي.

هن ڪتاب ۾ هي خاص خوبي به موجود آهي ته ان ۾ شاعريءَ جون ڪافي صنفون موجود آهن جهڙوڪ بيت، ڪافي، غزل، رباعي وغيره اچي وڃن ٿيون. ٿورڙي هر ماڻهوءَ کي پنهنجي ذوق جي شيءِ ملي ويندي ظاهر آهي ته جڏهن هر ماڻهوءَ کي پنهنجي ذوق جي شيءِ ملي ويندي ته هو ڪيڏو نه خوش ٿيندو. مطلب ته هيءَ ڪتاب علمي ادبي خزاني سان گڏوگڏ خوشين ۽ مسرتن جو خزانو پڻ آهي. جيڪو مخدوم صاحب مهيا ڪيو آهي. ڪلام جو نمونو پڙهڻ کان پوءِ ان شاعر جو وڌيڪ ڪلام پڙهڻ جو شوق پيدا ٿئي ٿو ان لاءِ پڙهندڙن جي من ۾ هڪ سڪ ۽ ڇڪ پيدا ٿئي ٿي ۽ هو ڳولا ڪري پنهنجي پسند جي شاعر جو وڌيڪ ڪلام هٿ ڪري ان جو اڀياس ڪندو. ان ريت ڪيس اها وڌيڪ خوشي ٿيندي ۽ محقق جي من ۾ اها آرزو پيدا ٿيندي ته انهيءَ شاعر جو سمورو ڪلام گڏ ڪري ديوان يا ڪليات تيار ڪري ڇپرائجي. ان ريت جو قبلہ سائين طالب المولىٰ هن ڪتاب ذريعي پڙهندڙن خاص طور محققن کي وڌيڪ تحقيق ڪرڻ جي دعوت ڏني آهي. اميد ته اهي هن ڪم مان ڪم وٺندا.

مطلب ته "ياد رفتگان" هڪ اهڙو بحر آهي. جنهن ۾ جيترو گهرائيءَ ۾ وڃبو اوترا من جا موتي مهيا ٿيندا. مون ته فقط ڪناري تي ويهي ڪجهه ميڙيا آهن. ٿورڙي اعتراف ٿو ڪريان ته مون هن شاندار ڪتاب سان انصاف ڪونه ڪيو آهي. ڇو ته مون ۾ قبلہ سائين طالب المولىٰ وارو علم، فهم ۽ ادراڪ ڪونهي. جو "ياد رفتگان" جون سموريون خوبيون بيان ڪري سگهان. هي ۽ چار اکر عقيدت جو نذرانو سمجهيا وڃن

ايمان عالي افضل، هر جون کان چوڻو گهڻو.

**ڊاڪٽر نواز علي شوق**

بسم الله الرحمٰن الرحيم

سنڌ جي سر زمين تي تمام وڏا ۽ جيد عالم، ڪامل اوليا، اديب، شاعر ۽ محقق ٿي گذريا آهن جن جي سوانح حيات ۽ علمي ڪارنامن تي گهڻو ڪجهه لکڻ جي ضرورت آهي ۽ اڃا گهڻو ڪم ٿيڻ گهرجي.

حضرت قبله مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ سائين جن انهيءَ موضوع جي اهميت کي مدِنظر رکندي "ياد رفتگان" تصنيف ڪئي جيڪا "الزمان دارالاشاعت هالا نوان سنڌ" پاران 1953ع ۾ شايع ڪيو ويو ۽ جنهن جو ٻيو ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ جي طرفان 1994ع ۾ منظر عام تي آندو ويو هو. انهيءَ ڪتاب جو ٽيون ڇاپو آهي جنهن کي اصل قلمي نسخي تان پيش پرنٽنگ ۽ پروف جون غلطيون درست ڪري وڌيڪ ديده زيب ڪري پڌرو ڪيو ويو آهي.

قبله سائين جن جي خواهش هئي ته پاڻ فقير غلام علي "مسرور" بدوي ۽ مولانا دين محمد "اديب" فيروزشاهي جو احوال پڻ "ياد رفتگان" ۾ شامل ڪجن سندن ارادي جي تڪميل ڪندي هتي انهن ٻنهي عالمن جو ذڪر سندن تصويرن سان گڏ ڏنو پيو وڃي.

فقير غلام علي مسرور بدوي:

صوفي فقير غلام علي مسرور بدوي قادري بن ميان رحيم بخش قادري 27 ذوالحج 1311هه/ 1 جولائي 1894ع تي بروز آچر، شڪارپور سنڌ ۾ ڄائو. سندس جد امجد حضرت احمد بدوي بغدادي حضرت غوث الاعظم محي الدين ابو محمد عبدالقادر جيلاني بغدادي المعروف حضرت پادشاه پير دستگير جن جو مريد ۽ خليفو هئو. سندس اولاد حضرت پادشاه پير دستگير جن جي پڙ پوٽي حضرت شيخ محمد غوث اوچي سان گڏ بغداد مان هجرت ڪري اچي ملتان ۾ رهيو جتان پوءِ هميشه لاءِ لڏي اچي شڪارپور سنڌ ۾ سڪونت پذير ٿيو. فقير غلام علي بدوي جو والد ميان رحيم بخش احمداڻي بدوي عرف "ماستر صاحب" 1852ع ۾ تولد ٿيو. تقريباً 25 سالن جي عمر ۾ دسمبر 1877ع ۾ ملاڻ چنو بن محمد يوسف خان احمداڻي جي ڌيءَ سان سندس شادي ٿي جنهن مان کيس ٽي نياڻيون ۽ چار فرزند ميان عبدالرؤف، ميان شير علي، ميان قربان علي ۽ ميان فقير غلام علي مسرور پيدا ٿيا. ميان رحيم بخش احمداڻي عالم ۽ اديب هئو. سندس تصنيف "منتاڻي فارسي وياڪرڻ" 148 صفحن تي مشتمل آهي. سندس انتقال 17 صفر 1350هه/ 4 جولائي 1931ع تي ٿيو. کيس سندس والد ميان محمد بچل بدوي جي پير ۾ "تڪيه مقام" ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو. فقير غلام علي مسرور سندس وفات جي قطعه تاريخ لکي سندس مزار تي ڪتبي جي صورت ۾ لڳائي. ميان عبدالرؤف بن ميان رحيم بخش احمداڻي 3 شوال 1302هه/ 14 آگسٽ 1885ع تي تولد ٿيو ۽ لاولد گذاري ويو. ميان شير علي بن ميان رحيم بخش احمداڻي 6 ذوالحج 1309هه/ 1 جولائي 1892ع تي تولد ٿيو ۽ تقريباً 44 سالن جي عمر ۾ 8 رمضان 1354هه/ 5 ڊسمبر 1935ع تي لاولد انتقال ڪري ويو. ميان قربان علي بن ميان رحيم بخش احمداڻي 1902ع ۾ ڄائو ۽ ٽن سالن جي عمر ۾ 18 رمضان 1323هه/ 18 نومبر 1905ع تي گذاري ويو. صوفي فقير غلام علي مسرور بدوي جي شادي مسمات حاڪمزادي بنت ميان محمد بخش نائيو (الڪيڊر شڪارپور) سان ٿي جنهن مان چار نياڻيون ۽ 5 فرزند غلام دستگير (معصوم)، ميان رحيم بخش ثاني بدوي، ميان احمد بخش بدوي "مثل مسرور"، ميان لعل بخش، ميان ميران بخش بدوي ۽ بيدل بخش بدوي تولد ٿيا. فقير غلام علي مسرور جي شريڪ حيات مسمات حاڪمزادي بنت ميان محمد بخش نائيو جو انتقال 2 ذيقعد 1399هه/ 24 سيپٽمبر 1979ع تي ٿيو. ميان دستگير بدوي ننڍڙي هوندي گذاري ويو. ميان رحيم بخش بن فقير غلام علي مسرور 10 شوال 1353هه/ 16 جنوري 1935ع تي تولد ٿيو ۽ 72 سالن جي ڄمار ۾ 1 شعبان 1429هه/ 2 آگسٽ 2008ع تي گذاري ويو. ميان بشير احمد عرف ميان احمد بدوي المعروف "مثل مسرور" بن فقير غلام علي مسرور 13 جمادي الاول 1358هه/ 1 جولائي 1939ع تي تولد

ڇاپو پهريون: 1372هه / 1953ع

# پيش لفظ

محبت جي جي من ۾ نه تشنگي تار
سي پياسا آئي جو آج سين آج اڃار

(شاھ)

قبلہ طالب المولیٰ سائين جو مطلوبي اسم شرح جي تعارف جو محتاج نہ آهي. پاڻ سنڌ جي علمي خواص ۽ ادبي حلقن جا مرڪز آهن ۽ هر محفل ۾ سندن ٿاليرو نالو نشانو آهي. سندن مهيني ۾ جا سنڌي ادب لاءِ پي پناھ سڪ سانڍيل آهي تنهن جو پرو شاعر صاحب جي مذڪور بيت جي مماثلت مان پوريءَ طرح پڌرو سگهجي ٿو، حقيقت آهي تہ سنڌي ادب جي ڪتوار سندن نازڪ خاطرات طبع تي پنهنجي جمال جي جھاجھہ جو اثر ڪيو آهي جو شب و روز پنهنجي زبان جي سڪ جي ساٿ جي سير ۽ سالم رهي سنڌي ترويج جي گرانقدر ڪم ۾ مصروف آهن جهڙوڪ:

"هذا تہ پکين ھڪ سدا ساٿر سير ۾"

ظل ربہ العزت کين عمر خضري عطا ڪري جيئن ادبي مجلسن جي چراغ پيڙهه جو سلسلو قائم رهندو اچي. آمين.

هن بي نظير اديب ۽ نادر الڪلام شاعر جي افڪار ۽ تصورات جو هي لاثاني مرقعو يا تہ "آرٽ گئلري" آهي يا هڪ خالي دماغ مصور جي معبر العقل نقش ۽ قلم جو اجمل ۽ احسن البيان. هن بينظير ڪتاب ۾ انهن شعراءِ ڪرام جو ذڪر خير آندو ويو آهي جن جون عڪسي تصويرون دستياب ٿي سگهيون آهن انهن جو تعداد لڳ ڀڳ پنجاھ ٿيندو.

هن ادبي گلدستي ۾ اهي گل ۽ گلڪاري لڳايا ويا آهن جن جي سگند ڪان سنڌ واسي اڳ ۾ محظوظ هئا ۽ هن ۾ اهي قول ۽ قلمايا ويا آهن جن جي روح افزا سرهاڻ ڪان اسان جا علم دوست محروم هئا ۽ جي موتي هن مٽي مهراڻ ۾ پئا جهرڪن ۽ جلا ڏيئي ٿي قبل از وقت مرجهائجي ويا. بيشڪ اهڙي ادبي تحقيقي ۽ تفتيش لاءِ سڄو سنڌ ديس "طالب المولیٰ" سائين جو مرهون منت آهي. اميد ڪامل آهي تہ هي "يادرفتگان" ماضيءَ جي لطيف ۽ نحيف اوقات جو بهترين يادگار ٿي رهندو ۽ هن جو هر هڪ صفحو اها لات لنوندو نظر ايندو تہ:

"يادگار زمانہ آهيون اسين - ياد رکجو فسانہ آهيون اسين"

تمت بالخير

از

محبوب علي محمد صالح چنا
پرنسپال منزوري اسلاميہ ڪاليج هالا

ڇاپو ٻيو: 1414ھ، 1994ع:

ناشر پاران:

# پيشڪش

عاليجناب مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي جتي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۽ موسيقيءَ ۾ ڪئي جدتون ڪيون آهن اتي پاڻ نثري تصنيف تاليف جي ڪم ۾ به تحقيق ۽ تحرير جا ڪئي نوان انداز پيش ڪيا آهن. هي ڪتاب "ياد رفتگان"، ان جو هڪ مثال آهي جنهن ۾ فوتي شاعرن جو احوال سهيڙيل آهي.

فوتي شاعرن جا تذڪرا ۽ مقالا ڪجهه تعداد ۾ اسان وٽ اڳي به مرتب ڪيا ويا آهن، پر "ياد رفتگان"، ۾ شاعرن جي چونڊ جو دائرو ۽ انهن جي پيشڪش جو طريقو بيءَ طرح آهي. جهڙي سون کان قيمتي صفحن تي ڇپيل هن ڪتاب ۾ گذاري ويل شاعرن جو مختصر ذڪر سندن تصويرن سان گڏ پيش ڪيو ويو آهي. اجايو گهڻو مواد انهن شاعرن بابت هن ڪتاب ۾ شامل نه ڪيو ويو آهي، جن جون تصويرون ملي نه سگهيون آهن يا اصل موجود ئي نه آهن. اهو مواد به بهرحال الڳ ڪتاب جي صورت ۾ پيش ٿي سگهندو.

"يادرفتگان" ۾ مختلف دور، مختلف هنڌن، مختلف صنفن ۽ مختلف فڪري مڪتبن جي شاعرن کي چونڊيو ويو آهي. جيتوڻيڪ انهن جو تمام مختصر تعارف ڏنو ويو آهي، پر تڏهن به هر هڪ جو جنم ۽ موت، سن، رهائش جو هنڌ، روزگار جو وسيلو، تعليم، شوق، شغف، شاعراڻو مرتبو ۽ شاعريءَ جو نمونو سڀ ضروري معلومات اهڙي طرح آڻي وئي آهي جو "يادرفتگان" فوتي شاعرن جي هڪ مستند ڊائريڪٽري ٺهي پئي آهي، جيڪا حوالي جي ڪتاب طور ڪتب ايندي.

"يادرفتگان" جو پهريون ڇاپو فقط 50 صفحا، سال 1953ع ۾ مخدوم صاحب پنهنجي پاران شايع ڪرايو هو. هاڻي هي ان جو ٻيو ڇاپو اضافي واڌ "سنڌي ادبي بورڊ" پاران شايع ڪيو پيو وڃي. اميد ته سنڌ سان ته "سنڌي" شاعرن جو اهو وڏي ۾ وڏو "تذڪرو" آهي، جيڪو سنڌي شاعرن جي ايندڙ تذڪرن لاءِ بنياد بڻبو.

ڄامشورو سنڌ
... جنوري 1994ع

**شمشير الحيدري**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# مهاڳ

سنڌي شاعرن جي سوانحي خاڪن، تصويرن ۽ مختصر ڪلام سان ڀريل هي ڪتاب "دُرِ نايابِ عرف يادِ رفتگان" جو پهريون ڇاپو پهرين جنوري 1953ع تي شايع ڪرايو ويو هو. هيءُ منهنجي عشق ڇنڊڇاڻ يا جنون جو گذاري ويل شاعرن کي زنده جاويد ڪرڻ جو خيال پيدا ٿيو ۽ اڄ کان اوڻيتاليهه سال اڳ منهنجي خاص ملازم فتح محمد شهوڪت، ڳوٺ جيمي شهوڪت واري کي سنڌ جي سفر تي ان لاءِ روانو ڪيم ته مرحوم شعراءِ ڪرام جون تصويرون سندن زندگيءَ جو احوال، ڄمڻ ۽ وفات جون تاريخون ۽ ڪلام هٿ ڪري اچي. هن کي آڱرين جهڙي جو وسيلن جي گهٽتائي ۽ اڻاٺ ڪن رستن جي باوجود ٻن سالن جي محنت ۽ ڊوڙ ڊڪ ڪري، چوڏهن شاعرن جا فوٽو، ڪلام ۽ احوال هٿ ڪري آيو ۽ ڪتاب "يادِ رفتگان" ڇپجي سگهيو. الهي! لاجواب محنت جو سهرو فتح محمد جي سر سونهي.

ڪتاب جي اهميت ۽ ضرورت کي محسوس ڪندي ٻئي ڇاپي جي تياري شروع ڪئي ويئي ۽ اخبار اعلان اخبار وسيلي پڻ ڪيو ويو. جنهن جي چڱي موٽ ملي ۽ ڪجهه وڌيڪ مرحوم شاعرن جي تصويرن ۽ ڪلام کي شامل ڪيو ويو. پهرئين ڇاپي جي ڪتابي غلطين کي پڻ درست ڪيو ويو آهي. اصل ڪتاب جي ڪجهه تصويرن ۽ ڪلام کي بدلائي ساڳين شاعرن جي وڌيڪ بهتر تصويرن ۽ ڪلام کي رکيو ويو آهي. ڪتاب جي ترتيب شاعرن جي تاريخ وفات موجب ترتيب وار ڪئي آهي ته جيئن ڪنهن کي به اعتراض جو موقعو نه ملي. ٻئي ڇاپي ۾ ڪتاب جو نالو به ڪجهه تبديل ڪيو آهي "يادِ رفتگان" کي بدلائي "دُرِ نايابِ عرف يادِ رفتگان" ڪيو ويو آهي ۽ انهي شروعات ۾ ڪوهه جي بها شاعرن جي سرتاج شاهه عبداللطيف ڀٽائي سان ڪئي وئي آهي. جيڪو هڪ درويش منش هو. شاهه جي ڪلام جو اثر ۽ مطالعو ڪيو اٿم جو جيئن ته شاهه سان اٿيو ويٺو ۽ ملهو جليو آهيان.

شاهه جي تصوير "برٽش ميوزم لنڊن" واري ڏني ويئي آهي، جيڪا مستند آهي ۽ سڀ کان اوائلي آهي. شاهه کان اڳ ٻيا به شاعر ٿي گذريا آهن پر انهن جون تصويرون موجود نه آهن. جنهن ڪري انهن کي شامل نه ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل 215 شاعرن جو احوال، فوٽو ۽ ڪلام شامل آهي. پڙهندڙ يقيني اندازو لڳائي سگهن ٿا ته اهو سمورو مواد هٿ ڪرڻ لاءِ مون کي ۽ منهنجي ساٿين کي ڪيترين مشڪلاتن سان منهن ڏيڻو پيو هوندو. پر الله تعالى جي شڪر سان هر مشڪلات ۾ صبر آزما گهڙين مان نڪري پار پياسين ۽ ان سڄي محنت جو ثمر هن ڪتاب جي صورت ۾ اوهان جي هٿن ۾ موجود آهي. جيڪي شاعر هن ڪتاب ۾ شامل نه ٿي سگهيا، ان لاءِ مون کي مجبور سمجهندا جو نه باوجود ڪوشش جي انهن جون تصويرون ۽ احوال هٿ اچي نه سگهيا. البت ڪجهه

تصويرون بهتر نه هجڻ ڪري ۽ ڪجهه شاعرن جو ڪلام گهڻو پختو نه هجڻ ڪري هن مجموعي ۾ شامل نه ٿي سگهيو آهي. اميد ته اهي جا موڪليندڙ دل ۾ نه ڪندا.

هن ڪتاب جي هر ڪم ۾ سموري تياري ۾ عزيزي مخلص جميل الزمان "جميل" ايتري ته جاکوڙ ۽ مدد ڪئي آهي جو کيس ان مصنف چئجي ته غلط نه ٿيندو. آئون سڀ کان پهرين منهنس ٿورائتو آهيان. اهڙيءَ طرح ڪتاب لاءِ تصويرون ۽ ٻيو مواد هٿ ڪرڻ لاءِ آئون مرزا عباس علي بيگ حيدرآبادي، پياري برادر مير علي بهادر شاهه ميمبر سنڌ اسيمبلي، نظر محمد لغاري اسسٽنٽ ڪمشنر هالا، عنايت بلوچ اسٽيشن ڊائريڪٽر ريڊيو پاڪستان حيدرآباد، رئيس احمد خان ڪشيار، سجڻ فقير چچڙ، فقير محمد بخش راڄڙ، اصغر هالائي، انور هالائي، محبوب سروري، عبدالله خان آرزي هالائي، مرزا فتح علي بيگ حيدرآبادي، منصور ويراڳي، عبدالله خان ورياهه ميمبر سنڌي ادبي بورڊ (اسلام آباد)، شاهنواز ڀٽي سومرو، ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ، ولي سروري، ڊاڪٽر نواز علي شوق، قاضي محمد اعظم، پير محمد داؤد رياضي، سوز هالائي، ادل سومرو، سڪي، جاويد بلوچ، شمس عابد رومڙو ۽ پنهنجي ملازمن علي محمد ڏاڏي، رسول بخش ملاح "منظور" سروري ۽ رجب علي "جليس" وغيره جو به ٿورائتو آهيان.

آخر ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي انهن سمورن ملازمن جو دلي طور کان سواءِ شڪريو ادا ڪريان ٿو جن هن ڪتاب جي تياري ۽ ڇپائي جي مختلف مرحلن ۾ دل وجان سان ڪم ڪيو آهي.

اميد ٿو ڪريان ته منهنجي ۽ منهنجي سمورن مددگارن جي محنت جي نتيجي ۾ تيار ٿيل هي ڪتاب سنڌي ادب جي تاريخ ۾ يادگار رهندو ۽ هن ڏانءُ حوالا قلمبند ڪري ايندڙ نسل پنهنجي تاريخ کي زينت بخشيندا.

**طالب المولىٰ**
چيئرمين
(سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو)



جنوري 1414ھ/ 1994ع

# حضرت مخدوم طالب المولىٰؒ

(ولادت 4- آڪٽوبر 1919ع هالا سنڌ)
(وصال: 11- جنوري 1993ع ڪراچي سنڌ)

لقيو، ملڪي اهل دل صاحب فضيلت متصف مزاج خاموش طبع غريب پرور بزبان عالم اديب ۽ شاعر عالي جناب حضرت مخدوم محمد زمان صاحب طالب المولى، 9- محرم الحرام 1338هجري بمطابق 4- آڪٽوبر 1919 عيسوي تي تولد ٿيا. سندن سلسله عالي نسب حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليہ رحمه ۽ شيخ المشائخ حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي کان ٿيندو خليفه اول امير المومنين سيدنا حضرت ابوبڪر صديق ﷺ سان ملي ٿو.

پاڻ سندن والد صاحب حضرت قبله مخدوم غلام محمد "مقيم" عرف گل ساٿيون جن جي وصال بعد 18- سمبر 1944ع تي حضرت غوث الحق مخدوم سرور نوح قلير عليه رحمه جي مترمين سجاده نشين جي حيثيت سان مسند خلافت تي ويٺا سندن منصبي حياتي ۽ خصوصاً سجادگي وارو دور 1944 - 1993ع خوف خدا حب رسول ﷺ، دين جي اشاعت برلي، علم ۽ ادب ۽ حقوق العباد ادا ڪندي گذريو جيتوڻيڪ اهي خوبيون کين خانداني ورثي ۾ مليون هيون، مگر انهن کي سندن عروج تي پهچائڻ ۾ حضرت قبله مخدوم محمد زمان طالب المولى سائين جن جي ذاتي شرافت ڪشاده دلي بلند اخلاقي ۽ بي لوث طبيعت جو وڏو هٿ رهيو.

حضرت قبله مخدوم طالب المولى سائين جن جي ديني سياسي سماجي ادبي خدمتن ۽ ڪارنامن کي ٻن مضمون ۾ مهيڙن "ڪوزي ۾ دريا بند ڪرڻ" جي مترادف ٿيندو.

سندن تصنيفات ۾ "بهار طالب" کان " آب حيات" تائين ۽ "ڪافي" کان "لغات سنڌي مخففات" تائين سيني بيمبل ڪتاب پنهنجي مٿ پاڻ آهن. سنڌ سونهاري جي شعراء ڪرام تي مشتمل پنهنجي هن ڪتاب "ياد رفتگان" جو پهريون ڇاپو جنوري 1953ع ۾ تيار ڪري منظر عام تي آندائون ان ڇاپي جي تعريفي ڪالم لکيا هئا تن ان تي حضرت قبله مخدوم محمد زمان طالب المولى سائين "جن مهيڙيو ۽ لکيو. شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد داؤد پوٽو صاحب ان جو خاڪو بمعه مقدمو ۽ ڪفير الله بخش "سرشار" عقيلي صاحب ۽ پروفيسر محبوب علي چنا صاحب ان جي پروف ريڊنگ ۽ ڇپائي پنهنجي نگرانيءَ هيٺ ڪئي. "دُرِ ناياب عرف ياد رفتگان" ان جو ٻيو ڇاپو آهي جنهن جي تياري جو ڪم حضرت قبله مخدوم طالب المولى سائين" جن نومبر 1991ع ۾ شروع ڪيو ۽ سمبر 1992ع ۾ مڪمل ڪيائون. ان جو مسودو سندن پنهنجي ساجي پاسي کان رکيل هوندو هو جنهن تي طبيعت جي ناسازي ۽ بين مصروفين جي باوجود انتهائي دلچسپي سان نظر ثاني ڪندا هئا.

پاڻ 6- جنوري 1993ع تي اهو مسودو منهنجي حوالي ڪيائون، 8- جنوري 1993ع تي صبح جو 10 بجي ڪراچي لاءِ روانا ٿي ويا. 11- جنوري 1993 تي پيهر جو 2 بجي ڪارڊيڪ فون جي ذريعي سندن وصالت جو غير متوقع اطلاع ملڪ ۽ ملن ڪارين تائين اطلاع پهتي.

مولا تو جاني "طالب" جنهن سان ڪيو محبت
ان کان پري به هوندي ڪا دل جدا نه آهي

تاريخ ڪيئن نه پنهنجي پاڻ کي ورجائي ٿي! جواع چاليهن سالن بعد ساڳيو ڪتاب ساڳئي مهيني يعني "جنوري" ۾ پڌرو ٿي رهيو آهي.

مخدوم جميل الزمان

ماءُ ڪاهوڙي هليا، دڪائي دونهان،
ڇپر جا سونهان، ڏوتين ڏَت ڇتائيو.
(شاهه)



# هزهائينس مير محمّد نصير خان "جعفري"

(1804ع _ 1845ع)

هزهائينس مير محمّد نصير خان ٽالپر ولد مير مراد علي خان ٽالپر تاريخ 17، محرم الحرام 1217هه مطابق 17_ مئي 1804ع تي ڄائو. هن ابتدائي تعليم لاءِ سندس والد صاحب آغا مير حسين شيرازي (مجتهد) ۽ آخوند محمّد بچل متعلوي کي مقرر ڪيو. پاڻ 38 سالن جي عمر ۾ تاريخ 17_ شوال 1255هه مطابق 24 ڊسمبر 1839ع تي بروز آچر سنڌ جي گاديءَ تي ويٺو. تاريخ 17_ فيبروري 1843ع بروز جمع مياڻيءَ جي ميدان ۾ مير صاحبن انگريزن کان شڪست کاڌي. چارلس نيپئر سڀني مير صاحبان کي قيدين بمبئي، پوءِ پوني ۽ پوءِ ساسور موڪليو جتي هڪ سال گذارڻ بعد مير محمّد نصير خان سميت مير صاحبن سان گڏ ايلنبرو مٿان فيصلي ڪرڻ لاءِ ڪلڪتي ڏانهن ويو. ليڪن اوچتو هن اتي تاريخ 6_ ربيع الثاني 1261هه مطابق 14_ اپريل 1845ع تي وفات ڪيائين. وصيت مطابق لاش کي ڪربلا معليٰ امانتا ڏانهن موڪلڻ بدران پهرين هڪ سال لاءِ بطور امانت ڪلڪتي ۾ دفنايو ويو ۽ سال کان پوءِ لاش تي اتان کڻي بمبئي ۾ آندائون ته جيئن ڪراچيءَ واري رستي کان لاش ڪربلا ڏي موڪلي سگهجي. پر انگريزن لاش کي ڪربلا ڏي موڪلڻ بدران پوليءَ ۾ دفنائي ڇڏيو جتان گورنر جنرل لارڊ ڊلهوزيءَ جي حڪم سان 1855ع ۾ مير صاحب جي لاش کي پوني مان ڪڍي حيدرآباد ۾ آڻي ٽالپرن ميرن جي قبن تي دفنايو ويو. مير محمّد نصير خان جنهن ماحول ۾ اک پٽي سو شعر و سخن جو پرورش گاهه هو. سندس شاعريءَ جو آغاز 19 سالن جي عمر ۾ ٿيو. پنهنجو تخلص "جعفري" ڪندا هئا. سندس تصنيفات حسب ذيل آهن:

1. "قصّه مرزا و صاحبان" پارسي مثنوي.
2. "مختار نامه" پارسي مثنوي.
3. "ديوان جعفري" پارسي
4. "ديوان جعفري" پارسي ۽ اردو

## ڪلام

پرديس هو جي حزين، فيستن تي ڪاشان — ويا ڇڏي گيندر گلي تن کي نه ڪاهي ياد ڪر.
آهي بيوطني ۽ دربدري سان گڏ قيد و بلا — زندگي آهي زهر ڪا يا خدا امداد ڪر.
ڪڪر نه ڪيو آهي سر مون تي نصارن چرخ پير — توکي پڻ جيڪي وڻي تون پڻ هتي بيداد ڪر.
دوش آ صبح صبا ٿي سان گيرن تي هي دعا — لطف پنهنجي سان الاهي "جعفري" کي شاد ڪر.

***



# هزهائينس مير شهداد خان ٽالپر "حيدري"

(1822 _ 1857ع)

هزهائينس مير شهداد خان ولد هزهائينس مير نور محمد خان ٽالپر، مير ڪرم علي جي عهد ۾ 19 _ ڊسمبر 1822ع تي تولد ٿيو. ڪيو موجب الحاج محمد حسن بيدل شيرازي سندس استاد مقرر ڪيو ويو جنهن کان علم صرف نحو معاني ۽ عروض وغيره جي تعليم ورتائين. مير شهداد خان مياڻي واري جنگ (17 _ فيبروري 1843ع) ۾ سپه سالار هو. چارلس نيپئر سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ گورنر جنرل لارڊ ايلنبرو کي لکي مير شهداد خان کي ٻين ميرن کان جدا صورت ۾ نظربند ڪرايو. جو جو مٿس هي الزام مڙهيل هئا ته هن ڄاڻي ٻجهي ان ڪان جدا ٿيڻ اڳ برٽش ڪئمپ کي باهه ڏني هئي ۽ ڪئپٽن انيس کي قتل ڪيو هو. جنهن جي تحقيق ڪئي. ملايو ويو جيڪو سنڌ ۾ هڪ سال هئي جيڪو هو ته لارڊ ڊلهاؤزي هندستان جو نئون گورنر جنرل ٿي آيو جنهن کيس بي قصور ثابت ڪري بري ڪيو. ان بعد کيس ٻين ميرن سان گڏ ڪلڪتي ۾ رهايو ويو. جيتوڻيڪ کيس وطن (سنڌ) ڏانهن واپس وڃڻ جي اجازت ملي ليڪن پاڻ ڪنگهه ۽ دمي جي موذي مرض ۾ مبتلا ٿي پيو. ڪيترن ئي ڊاڪٽرن سندس علاج ڪيو پر فائدو نه ٿيو. پاڻ بار بار پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي پنهنجي شفاياب ٿيڻ جي خواهش ڏيکاري آهي. آخر تاريخ 8 _ محرم الحرام 1274هه مطابق 28 _ آگسٽ 1857ع تي ڪلڪتي ۾ ئي وفات ڪيائين. سندس لاش حيدرآباد آڻي سندس والد صاحب جي پهلو ۾ دفنايو ويو. مير صاحب ٽالپر خاندان ۾ پنهنجي نوعيت جو هڪ اعليٰ پارسي گو شاعر ۽ صاحب ديوان هو ۽ پاڻ سنڌي ۾ به سٺي شاعري ڪئي اٿس.

## ڪلام

حسن ۽ جمال جو ٿيو ڪنهن رشڪ ماه ۾<br>
سڀ حسن سو جمال ڏاڍي مهر ۽ ماه ۾

زلف سي جي عڪس اکين ۾ سمايو جڏهن<br>
عالم سياه ٿي ويو منهنجي نگاه ۾

پيلو مان راهِ عشق ۾ نه ٿيو ڪو ڪٿي<br>
لڌي پيس مان راهِ الفت جي راه ۾

ايندو هو شوخ تنهنجي اکين هڪڙي ڏينهن ضرور<br>
اي "حيدري" جي آهي اثر تنهنجي آه ۾

□□□



# نوّاب احمد خان "احمد" لغاري

(1792 ـ 1870ع)

نوّاب احمد خان، نوّاب ولي محمد خان لغاري وزير اعظم جو وڏو فرزند هو. سنه 1207هه مطابق 1792ع ۾ ڄائو. پاڻ پنهنجي والد صاحب جي زير نظر عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪيائين. امارت ۽ وزارت جي معاملن ۽ مسئلن ۾ تربيت ڏيڻ خاطر نوّاب علي محمد خان کيس حيدرآباد ۾ پنهنجي بنايل ٽنڊو ولي محمد ۾ رهايو. نوّاب احمد خان جي عوام ۽ راڄن سان ڏاڍي محبت هوندي هئي ۽ ڀلائي ۽ بهبودي خاطر پنهنجو پاڻ پتوڙي سندن حمايت حاصل ڪيائين. همت ۽ مردانگي سان گڏ سندس طبيعت نهايت نيڪ هوندي هئي، ان ڪري فقيري ڏانهن مائل هئي. هي درويش "شاهه بلاول" جو مريد ٿيو جو پيو لڪي پير ۾ آيو ۽ "پير وارو صاحب" سڏجي ٿو.

مير صاحبن جي اسرار تي شاهه بلاول سنڌ ڇڏي مسقط ڏانهن روانو ٿيو ۽ ويندي وقت نوّاب احمد خان کي چيائين ته مريد اسان جو آهين پر صحبت وٺي صوفي فضل الله لغاري جي سان ڪر ميرالهيو "جهوڪ" ۾. نوّاب احمد خان پڻ صوفي شاهه لطف جو مريد ٿيو. نوّاب صاحب علم دوست ۽ مطالعي جو شوقين هو. کيس پنهنجو ڪتب خانو هو جو سنڌ ڇڏڻ وقت پڻ سنڀالي ساڻ کنيائين. نوّاب صاحب 19 ذيقعد 1286هه مطابق 21 فيبروري 1870ع تي وفات ڪئي.

## ڪلام

ٿل: سيمل وڻا پاڳ ويا جي تون اڄين ميڙڙا

هي سر سنڌو آهي ارهاڙ ٽان
ڇڻان پوين ڦلڪ

سوڙا توکي سوال اهڙي
ڳهڻ ڪٽيون ڪانڪ

راتو رڻان رت ڏيا
ڄاڻي ٿو رب پاڪ

عرض منهن "احمد" جي
چانگي وارج واڳ

***



# میر سهراب خان ثاني ٽالپر "مسڪين"

(وصال: 1876ع)

میر سهراب خان ثاني ولد میر محمد حسن خان ٽالپر نهايت نيڪ نيت، سادہ مزاج ۽ فقير منش انسان ٿي گذريو آهي. پاڻ پنهنجي بزرگن جي جلاوطني بعد منگهڻ واريءَ ۾ اچي رهيو جتي سموري عمر فقيرن جي صحبت ۽ ڪتابن جي مطالعي ۾ صرف ڪيائين. سندس ڪلام ۾ حزن ۽ ياس جو عنصر تمام گهڻو آهي. پاڻ صاحب ديوان به آهي. سندس "ديوان مسڪين" سنڌالاجي واري ڪتب خاني ۾ موجود آهي جيڪو پارسي غزليات تي مشتمل آهي. پاڻ تاريخ 14- ذوالحج 1292هه مطابق 11- جنوري 1876ع اربع ڏينهن تي منگهڻ واريءَ ۾ وفات ڪيائين.

## ڪلام

انتها آمدہ در بوستان بهر لقا
هر گل و اشجار بد مشغول در ماتم سرا

لاله را گفتم چراخوني لبا استادئي
گفت از اندوه آل حضرت خیرالوریٰ

گفتم این داغ سیه در سینه ات از بهر چیست
گفت گفته از واقع شاه شهید کربلا

یاسمین زرد رو استاده در صحن چمن
زرد شد بهر سیوم شاه حسن المجتبیٰ

گل شیدا دان تو "مسکین" ماتم آرائي "حسین"
ماتم آرائي بکن فرزند شاه لافتا

■■■



# مير حسين علي خان ٽالپر "حسين"

(1824 ـ 1878ع)

مير حسين علي خان ولد مير نور محمد خان اول، تاريخ 26- آگسٽ 1824ع بروز خميس، مير ڪرم علي خان جي عهد ۾ ٺٽي ۾ تولد ٿيو. مير صاحب جي تعليم تربيت شاهاڻي انداز ۾ ٿي. ڪئپٽن ايسٽوڪ پنهنجي ڪتاب ۾ مير صاحب جي سوٽين جي واکاڻ ڪئي آهي. 1843ع ۾ چارلس نيپئر سندس وڏي ڀاءُ مير شهداد خان ۽ چاچي مير نصير خان سان گڏ کيس به ڪلڪتي روانو ڪيو. 1859ع ۾ مير صاحب ان وقت جي گورنر جنرل لارڊ ڊلهائوزي جي حڪم سان ڪلڪتي مان پنهنجي وطن حيدرآباد سنڌ آيو، جتي تاريخ 26- ربيع الاول 1298هه مطابق 30- مارچ 1878ع بروز آچر ... بجي شام تي وفات ڪيائين. کيس سندس آبائي قبرستان يعني ميرن جي قبن واري ٽڪري تي ... مير وفات وقت هڪ فرزند مير نور محمد خان ڇڏيائين جيڪو حيدرآباد جو آخري هزهائينس هو. مير صاحب عالم فاضل ۽ شاعر به هو. سندس تخلص "حسين" هو. سندس تصنيفات هي ريت آهن: "مناقب علوي" (فارسي نثر)، "ديوان حسين" (اردو غزليات)، "شاهد الامامت" (فارسي نثر) ۽ "لب لباب" (فارسي نثر).

## ڪلام

اڄ وري موسم بهار آيو  
جو چمن ۾ هو گلعذار آيو

تون اچي جلدي ويهه پهلو ۾  
دل بيتاب کي قرار آيو

من لُٽي منهنجي طاق دل کي  
لي چپائين سندم شڪار آيو

اڄ ڪي محفل ۾ ڪٿي چيو اي "حسين"  
ٿي تہ تنهنجو هو جان نثار آيو

●●●



# نوّاب الهداد خان لغاري "صوفي"

(1823 ـ 1882ع)

نوّاب الهداد خان نوّاب ولي محمّد خان جو ٽيون نمبر فرزند هو جو نوّاب صاحب کي پيريءَ ۾ 27 ـ رمضان 1238ھ مطابق 7 ـ جون 1823ع تي ڄائو. دستور موجب سندس تعليم واسطي پارسيءَ ۾ اعليٰ تعليم جو انتظام ٿيو. ٽين سالن کان پوءِ جو هوءَ سندس والد وفات ڪئي. ٻارنهن سالن کان پوءِ جو ٿيو ته مير نصير محمد خان سندس تالي نوازش نامين مقرر ڪيو. انگريزن سنه 1259ھ مطابق 1843ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو. الڪري في الحال هي خاندان پڻ زير عتاب رهيو. نوّاب الهداد خان ۾ سال کان ڪشمڪش جي حالت ۾ هو ۽ بالآخر ذي القعد 1260ھ ۾ نوّاب بهلول خان دائود پوٽي وٽ امداد لاءِ ويو. نوّاب الهداد خان "سڪوت لاشاري" تعلقي سيوهڻ ۾ دائمي سڪونت اختيار ڪئي ۽ سندس اولاد پڻ هميشه لاءِ اتي ئي رهيو" سندس انتقال 18 محرم الحرام 1300ھ مطابق 30 ـ نومبر 1882ع تي سڪوت لاشاري ۾ ٿيو.

## ڪلام

جنهن جو خيال دل تي تنهن جي ٿو ڳالهه ڳايان
هر وقت هر گهڙي ۾ سو فڪر ٿو پچايان

"موتيا اکيل ان تموتيا" آهي تنهن سندو اشارو
غازي ٿي هن غزا ڪئي ڪڍيئن پير پٽ تي پايان

دنيا جي دوستي ۽ عقبيٰ جي اعتراضي
مشڪل ته پاڻ پاڻي رليل ڪري رلايان

جنهن نفس ڪيو پريشان تنهن جون ته هي مرادون
ڪيڙا ڇڳا سدايان چوکو ڪين ڪاچ ڪايان

"صوفي" اميد رکجي آهي دوست ڏاتو ملاس
"لاتقنطوا" تي ٿڪيو رحمت رفيق پايان

●●●



# پير سيد حزب الله شاهه "مسڪين"

(1842ع - 1890ع)

پير حزب الله شاهه صاحب تاريخ 18 شوال 1258هه مطابق 22 نومبر 1842ع تي تولد ٿيو هو. سندس والد صاحب پير علي گوهر شاهه جي رحلت (1847ع) کان پوءِ گادي نشين ٿيو. پاڻ زنده دل ۽ سخي مرد ٿي گذريو آهي. سندس لنگر عام و خاص لاءِ هميشه کليل هوندو هو. اڪثر ڳوٺن جي غريبن جي سار سنڀال لهندو هو بلڪ انهن کي اَن ۽ ڪپڙا ڏيندو هو. پاڻ شخص شناس، اديب نواز ۽ قادرالڪلام شاعر هو. سندس تخلص "مسڪين" هو. سندس بياض کي "تحفت لڪي" جي نالي سان ياد ڪندي آهي. پاڻ تاريخ 4 محرم الحرام 1308هه مطابق 20 آگسٽ 1890ع تي رحلت ڪيائون.

## ڪلام

ما گدايان تير مارا با زر و تيور چه کار
همچو ابراهيم با سر مايه آذر چه کار

چون مرا در محشر از هنگامه اوبکي نيست
هر زمان تصوير جانان دارم و ديگر چه کار

مجلس روشن يار مارا جلوه هاي ديگر است
از مه و خورشيد تابان يافت با اختر چه کار

از کتاب حسن ما حرف محبت خوانده ام
با صلاح قصه دارا و اسکندر چه کار

شکر الله کاز ولاي نبي رهنمائي مع
جان بجانان رفت "مسڪين" را جزاين ديگر چه کار

***



# مرزا قاسم علي بيگ "قاسم"

1837ع _ 1905ع

مرزا قاسم علي ولد مرزا فتح علي بيگ 1837ع ۾ تولد ٿيو. مرزا صاحب پارسي ۽ عربي تعليم پهرين پنهنجي والد صاحب ۽ بعد ۾ آخوند محمد شفيع جي مدرسي مان حاصل ڪئي. پاڻ موصوف نهايت متقي ۽ صوم وصلوات جو پابند هو علم طب کان واقف هو. مرزا صاحب سٺو شاعر به هو ۽ هزهائينس مير حسن علي خان ٽالپر جو خاص مصاحب هو ۽ عزا جي مجلس ۾ مرثيه خواني به ڪندو هو. بقول ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "مرثيه خواني ۾ سندس ڪو به مقابل نه هو". مرزا صاحب پارسي اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ شعر چيو آهي جيڪو مختلف صنفن سخن تي حاوي آهي. مرزا قاسم علي بيگ قاسم صاحب 4 ذوالحج 1322هه مطابق 9 فيبروري 1905ع تي بروز خميس وفات ڪئي.

## ڪلام

خير فلڪ سان پيئو مون شراب شيشي ۾
يقين ٿيو بند ڪيم آفتاب شيشي ۾

مون تن ۾ ياد ڪري يار جي پسيني ٽي
اصل ۾ آهي پيدا ٿيو گلاب شيشي ۾

ٿي شرمسار سنڌو چشم مست کان ساقي
شراب سنهن تي رکي پيو نقاب شيشي ۾

شراب خانه ۾ منهنجي رقيب لڳو ساقي
ٿئي شراب هتي لاجواب شيشي ۾

خيال اشڪ سنڌو دل ۾ اپريو "قاسم" جي
قلب ذره پسايو سحاب شيشي ۾

■■■



# آخوند عبدالقادر "بيدل"

(1837ع _ 1932ع)

آخوند عبدالقادر "بيدل" ولد محمد پناهه پنهنجي وقت جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. پاڻ شڪارپور جي مشهور عالم خليفي عبدالله کان عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪيائين. شمس الدين "بلبل" جي ديوان تي سندس لکيل قطع تاريخون مان معلوم ٿئي ٿو ته پاڻ پنهنجو خانگي مدرسو هلائيندو هو. بيدل صاحب خليفي قاسم جي دور کان وٺي قادري صاحب جي دور تائين ٽنهي رهيو. سندس هر دور ۾ شاعرن سان سٺا ناتا رهيا. ڪيترن ئي بزم مشاعره ۾ شريڪ ٿيندو هو. 1921ع ۾ ٿيندڙ اهي ڪانفرنس لاڙڪاڻي ۾ به شريڪ ٿيو هو. سندس وصال 7- فيبروري 1932ع ۾ ٿيو. مرحوم جي شبيهه مان معلوم ٿئي ٿو ته هي شخص مروت جو صاحب، بلند اخلاق، باتهذيب، باتحمل ۽ باعلم شخص ضرور هو. سبحان الله جنهن وڏي جو هي مرد آهي ۽ جنهن وڏي ۾ هي گذريو اهڙي وڏي کي جن ڏٺو هوندو انهن کي خبر هوندي. ان زماني ۾ ثواب زياده روحانيت عالي چڱائي جام نيڪ نيتي گهڻي هئي.

## ڪلام

مژگان تنهنجون سنان جن ۾ تير جو نمونو
ابرو تنهنجون ڪمان ۾ شمشير جو نمونو

آ خاڪ يا بظاهر هو سرمه جو آهي
اُس نور سان هي آهي اڪسير جو نمونو

مخمور چشم تنهنجي مجروح مون کي ڪيو
تيغ ازل آ تنهنجي تحرير جو نمونو

منهنجو حسن جي الشمه ٿئي توُن ماه ڪنعان
بيشڪ رهيو برابر تصوير جو نمونو

"بيدل" ڪيو حال ميڪن محبوب يار کي ڪي
هن ناله و فغان جي تاثير جو نمونو



# محمّد هاشم "مخلص"

(1860 - 1934ع)

محمّد هاشم مخلص ولد حافظ حامد ميمڻ تعلقي ٽنڊي محمّد خان جي ڳوٺ ٽکڙ جو رهاڪو هو. دينيات جي ابتدائي تعليم حاصل ڪري سان گڏ فارسي پڻ تحصيل ڪيائين. اُن بعد عربي پڙهڻ شروع ڪيائين. مگر وقت جي ضروريات کي سرانجام ڏيڻ لاءِ لاچار تعليم ترڪ ڪرڻي پيس. سندس دماغ قدرتاً نظم ۽ نثر ڏي مائل هو. انهيءَ فطري مناسبت ڪري اخباري دنيا جو سير ڪيائين. اخبار "خير خواه سنڌ"، "الحق"، رسالو "بهار اخلاق"، ماهنامو "جعفر زٽلي"، "ٽڪيٽڪيو" "اخبار الامين" ۽ "مسلمان" انهن ۾ چڱي طرح حصو ورتائين. شاعريءَ جي ميدان ۾ پڻ توسنِ طبع کي واڳ جا جولان ڏياريائين. 2 - فيبروري 1934ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

ڪٿي جام ۾ جي عڪس تنهنجي جلوه گري جو
ٿيو بند خجالت کان ٿي شيشي ۾ پري جو

جا ڏسڪر ڪريان پار منهنجي عشوه گري جي
جي حور سندو ناز ته غمزو ٿيو پري جو

هر ڪنهن کي ڪرين تو ڪڻي ناز سان تسخير،
شهرو ٿيو جهان ۾ تنهنجي جادو نظري جو

اي جوش جنون آئي تنهنجي رحمت کي ترلي
ٿي شل نه موقوف ڪنهن جام دري جو

هڪ تار نظر کان ۽ جنهن کي بار ٿيو "مخلص"
جا ڏسڪر ٿي ان شوخ جي نازڪ ڪمري جو

●●●



# هزهائينس مير علي نواز خان "ناز"

(1884-1935ع)

هزهائينس مير علي نواز خان ٽالپر ولد مير امام بخش خان ٽالپر 9- آگسٽ 1884ع تي ضلعي خيرپور ميرس جي ڳوٺ ڪوٽ ڏيجي ۾ تولد ٿيو. پاڻ مهرباني ٽاليرن مان هتي ابتدائي تعليم ڪوٽ ڏيجي ۾ حاصل ڪري بعد لاهور جي چيفس ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. اتان فارغ ٿي مزيد تعليم لاءِ لنڊن روانو ٿيو. واپس هندستان واري زماني ۾ ڪيترائي سال دهلي ۽ ان جي مضافات ۾ مقيم رهيو. انهيءَ دوران کيس اردو ۾ شعر چوڻ جو شوق پيدا ٿيو. سندس والد صاحب رحلت ڪئي ۽ پاڻ 37 سالن جي عمر ۾ 13 فيبروري 1921ع تي مسند نشين ٿيو. مير صاحب منڪسر مزاج، ساده طبيعت ۽ فقير منش حاڪم هو. انگريزي، فارسي، سنڌي جو ماهر هو ۽ سرائڪي زبان ته مادري هئس. انگريزيءَ ۽ فارسيءَ کان سواءِ ٻين زبانن ۾ به طبع آزمائي ڪئي اٿس. مرحوم هزهائينس عاشق مزاج، زنده دل سخي ۽ ادب نواز شاعر هو. کيس مجازي عشق جي محبت لڳي جنهن فقير به بنائي ڇڏيس. 25- ڊسمبر 1935ع تي انتقال ڪيائين. وصيت مطابق سندس جسد خاڪي ڪربلا معليٰ (عراق) ۾ دفنايو ويو.

## ڪلام

وحشت پنهنجو جو زور ته صحرا ڏي منهن ڪيم
اکين ۾ آيا اشڪ ته دريا ڏي منهن ڪيم

*

واه ڇا حسرت زده معشوق دل آ تنهنجي ناز
هن ڦٽيلن ۾ ٿي وڃي آباد پي برباد پي

*

شب فراق جو صدمو سهي نٿو سگهجي
نمير وصل جنهن جي رهي نٿو سگهجي

***



# پير سيّد علي اصغر شاهه "علي" راشدي

(1861ـ1936ع)

پير سيّد علي اصغر شاهه ولد پير حزب الله شاهه 22ـ ربيع الاول 1278هه مطابق 28ـ سيپٽمبر 1861 تي تولد ٿيو. سندس والد صاحب ان زماني جي مشهور ۽ معروف عالم حاجي محمد عيسيٰ ساندائي "محدث" کي پنهنجي فرزند کي تعليم ڏيڻ لاءِ تعلقي نوشهرو فيروز مان گهرائي رکيو. جيڪو صاحب نهايت ادب ۽ احترام سان کيس تعليم ڏيندو رهيو. تعليم حاصل ڪرڻ بعد پير صاحب نهايت اعليٰ پائي جو عالم ۽ شاعر ٿيو. پاڻ مصوري ۽ خطاطي جو به ماهر هو. پير صاحب سومر ڏينهن 24ـ ذوالقعد 1354 هه مطابق 18ـ فيبروري 1936ع تي انتقال ڪيو. سندس "ديوان علي" پارسي ۽ ٻيو "ديوان علي" سنڌي سان گڏ هڪ جلد پارسي منظوم ڪتاب "سلسلة الذهب" موجود آهي.

## ڪلام

قاصدا در ڪوي جانان گر ترا افتد گذر
عرض ڪر پاڻهين پڌي احوال منهنجو سربسرا
گاه گاهي ماه ماهي يا نگاهي ياد ڪن
گرچ عاشق جو وسارڻ آهي معشوقن جي پرڙ
مست بودم رخ نمودي دل ربودي نا گهان
ڦر ڪري ڪاهين هتي اڄهن ترسڪ ميندو سربسرا
عاشق بيچاره ام سر گشته يڪ ديد تو
مهرباني ڪر مٿا برقعو کڻي ڪر ڪا نظرا
شرح درد دل نويسم گر بود ڪاغذي
ياد جا اوڙ سختيءَ ڪاغذ سڙي ويندو مگر
نيستم مست ڪشي آن لخلخه خود و عبير
ويڙهه ڪٺوري نئين سر اي گل صبا تنهنجو پکيڙ
تيرها گانت يڪي ما را نظر ميده شڪان
ڪيترا ڪٺيا ڪيئي اماڻ ڪلهه ڏٺا دلبر جي ترا
يڪدم از شوخي مروت با "علي اصغر" بڪن
ورنه فرقت تو سندي مان سان ڪندي زوري خرا

❖❖❖



# قاضي عبدالغفور "خاڪسار"

(1813_1937ع)

قاضي عبدالغفور ولد قاضي عبدالله هالا جي بزرگ قاضي خاندان جو فرد هو. نهايت باخلاق، باتهذيب انسان ۽ رنگين مزاج شاعر هو. سندس نسب جو سلسلو لنئي جي هندو کتري تيرٿ سان ملي ٿو. حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليه الرحمت جن لنئي ۾ مٿن سان ريل ها جن سان گڏ هي خاندان به هالن ۾ آيو. مرحوم جو ڏاڏو ۽ والد ۽ هالا شهر جا قاضي ٿي رهيا. پاڻ شاعر هوندي هڪ مصنف جي حيثيت رکي ٿو. سندس ڪيترائي ڪتاب لکيل اٿس.

## ڪلام

ڏکن مون کي ورتو ماري سکڻ کي دل سنڀاري ٿي

ٿري در در نيواڻي ٿي وتي هر هر ڪندي زاري
ڪري فرياد رات ۽ ڏينهن اکين مان نير هاري ٿي

مکي منهن کي متي هر دم وساڻي مس متي واري
ڪٿي ڪم ۽ تماشا ليڪ نت واتون نهاري ٿي

وطن ڪان هاڻ وڇڙيس آهيان جدا ٿيس جانين ڪان جڏهن
پري ملتان مين ڪيئن موٽي اچا ڳلتي ۾ ڳاري ٿي

چاليهسين هاڻ اسيري کي قبولي سين فقيري آ
عجائب رنگ ۾ دنيا ڏکوين کي ڏيکاري ٿي

٭٭٭



# خانبهادر حاجي امام بخش خان "صابر"

(1881_1938ع)

حاجي امام بخش خان جتوئي 25_ جولاءِ 1881ع تي ڳوٺ ميان جتوئي، تعلقو مورو ضلعي نواب شاهه سنڌ ۾ تولد ٿيو. سندس پيءُ نالو شاهنواز خان جتوئي هو مرحوم درويش صفت انسان ۽ بااخلاق مرد ۽ شاعر هو. 12 سال ايم ايل سي پڻ ٿيو. ڇهه سال لوڪل بورڊ جو پريزيڊنٽ ۽ 4 سال اسڪول بورڊ جو چيئرمين ٿي رهيو ۽ ڪيترو وقت آنريري مئجسٽريٽ به ٿي رهيو. پنهنجي وقت ۾ درد رکندڙ چڱو شاعر ۽ فقير هو. سندس تخلص "صابر" هو. پاڻ 7_ نومبر 1938ع تي انتقال ڪيائين.

## ڪلام

منهنجو يار مون سان وفادار آهي — سدائين غمن ۾ سو غمخوار آهي

غزالي جو پيرو پيچاڻي ترڻون تي — صبح شام ٿو گهر مخادار آهي

اُسي ڪنهن براءِ ڪري پير پاٽيون — سيئي ڪل سدائين عطا دار آهي

سدا آهي سوالي پيالي ڪنول خالي — ڪري ٿو عالي دنيا دار آهي

خطا پوش خالق آهي ڪل جو مالڪ — ترو ٿئي ڪو شڪ وفادار آهي

ته ڪر شڪر "صابر" سندو روز محشر

تنهنجو دوست ٿيو شفادار آهي

***



# حاجي ميان علي محمد قادري

(1856 - 1940ع)

حاجي علي محمد "قادري" ولد ميان بهاءُ الدين، سجاده نشين درگاهه قادريه لاڙڪاڻو سنڌ جي ولادت 1856ع ۾ ٿي. سندس والد به ان درگاهه جو سجاده نشين هو. سندس پوري مريدن جو سلسلو ايران ۽ هندستان آهي. سنڌ جي حڪمران جاهن سان سندس نسبت آهي. تنهنڪري جماعتي ۾ سڏبا آهن. مرحوم قادري سنڌي، فارسي ۽ اردو ۾ چڱي دسترس رکندو هو. وقت جي پخته شاعرن ۾ سندس مقام مشاعرن ۾ هو. ٻاراڻ سنڌ جي مشهور شاعر ميان غلام محمد "گدا" جو شاگرد هو. سندس ڪلام ڪي پختو ۽ رنگين آهي. وڏي شعراءِ لاڙڪاڻو سندس محنت جو نتيجو آهي. مرحوم حاجي علي محمد قادري، اوصاف، قلندراڻي سان سينگاريل هئو. سندس انتقال 10 - نومبر 1940ع تي ٿيو.

## ڪلام

هيءَ عجب دنيا جو آهي ڪارخانو ٿي ويو
چشم بينا لاءِ عبرت جو زمانو ٿي ويو

جنهن گلستان ۾ هو گل جي بلبلن جو چهچٽو
هاءِ زاغن جو اتي ۾ آشيانو ٿي ويو

طالب دنيا جي لاءِ فردوس آهي هي جهان،
اهل معنيٰ واسطي جڳ قيدخانو ٿي ويو

جنت الفردوس جي خواهش نه آهي "قادري"،
ڪوچي جانان ۾ سندس اڄ آستانو ٿي ويو

❀❀❀



# حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

(1882 – 1942ع)

سندس ولادت 1882ع ۾ سيوهڻ، ضلع دادو ۾ ٿي. پاڻ سيوهڻ جي مشهور طبيب غلام محي الدين جو فرزند هو ۽ عباسي خاندان جو فرد هو. حڪيم فتح محمد صاحب ڪامياب ۽ باثر حڪيم، جامع العلوم عالم، مخلص قومي ڪارڪن، جمعيت العلماء جو ناظم، پختہ گو شاعر، بلند پائي جو اديب، باتهذيب ۽ بااخلاق مرد هو. مختلف موضوعن تي ڪيترين ڪتاب لکيا اٿس. حڪيم صاحب نه رڳو سنڌي ۾ شعر چوندو هو بلڪ فارسي ۽ اردو ۾ به گهڻو ئي ڪلام اٿس. شاعريءَ ۾ پهرين "صغير" پوءِ "حڪيم" تخلص اختيار ڪيائين. 16 ڊسمبر 1942ع تي ڪراچيءَ ۾ انتقال ڪيائين.

## ڪلام

محبوب منهنجي دل جو حقيقي ڪتاب آهي
جو بي نظير حسن ۾ ۽ لاجواب آهي

هر صفحو جنهن جو روشن مثل آفتاب آهي
جيڏهين جي چنڊ جهڙو پڻ منهن تي تاب آهي

محبوب جي اکين ۾ اکيون جنهن اڙايون
سمجهيو هي عشق منهنجو بيشڪ ثواب آهي

جن جن به بدنصيبن منهن موڙيو انهي کان
تن جو ٿيو جهان ۾ خاطر خراب آهي

هرگز "حڪيم" جي هي ڪيڏو نه ڏار دل مان
دل جي چمن جو گويا ٽڙيل گلاب آهي

▪▪▪



# لعل چند "مجروح"

(1884-1942ع)

لعل چند مجروح 1884ع ڌاري ڳوٺ ڦيهي، ضلع لاڙڪاڻي ۾ تولد ٿيو. پرائمري تعليم حاصل ڪري بعد ڪيترو وقت شهداد ڪوٽ ڏڳ ڪارڙن جي ڳوٺ ۾ ماستر ٿي رهيو. اُتي قاضي حڪيم خدا بخش وٽ عربي، فارسي، ۽ اردو پڙهيو ۽ حڪمت ۾ چڱو ماهر ٿيو. پوءِ نوڪري ترڪ ڪري ڳوٺ اچي دواخانو کولي حڪمت شروع ڪيائين. مجروح صاحب صاف دل، عاشق مزاج ۽ نيڪ خيال شاعر هو. هميشه سادگي سان زندگي بسر ڪيائين ۽ غزل ۾ مسلماني اصطلاحات بجاءِ گزين هيس. مجروح صاحب سخي قبول محمد درازي جو طالب هو ۽ آخر تائين "يا مسلمان الله الله يا برهمن رام رام" رهيو. پاڻ 1942ع ۾ وفات ڪيائين.

## ڪلام

نه مون روزا رکيا آهن نڪي مون ڪيون نمازون ٿيون،
نڪا ڪي حڪم تنهنجي جي ادائي يا رسول الله

اجي "مجروح" کي طلب مٿي پنهنجي سخي سرورﷺ
شرابي عشق جي پياريو سوائي يا رسول الله

❁

وقت قتل آ جوهي شمشير ۾ قاتل جو رخ
چشم قاتل ۾ رهي ٿو خنده گهائل جو رخ

❁

هونءَ آهي دور مئڪش جام تون،
تعيل آهي هميشه زوري

❁❁❁



# فقير الهه بخش "بهشتي"

(1895-1949ع)

فقير الهه بخش "بهشتي" صوفي ابن فقير پرادي مرحوم ويل هالا نوان ضلع حيدرآباد ۾ 1895ع ۾ ڄائو. پاڻ ننڍپڻ کان ئي فقيري ڏي مائل هئو. سلسلي شطاريه واله صاحب جن جي خاص خدمتگارن ۾ ليکبو هو. خانگاهه ۽ حويلي جو پاڻي فقير صاحب پاڻ ڀريندو هو جنهن ڪري کيس "بهشتي" سڏيندا هئا. شاعري ۾ به اهو تخلص طور ڪتب آندو اٿس. رتس هميشه راڳ جون محفلون ٿينديون رهنديون هيون جتي راڳ جا شوقين ۽ راڳيندڙ ڪافي تعداد ۾ اچي شريڪ محفل ٿيندا هئا. قبله حضرت مخدوم غلام محمد سائين عرف گل سائين جن فقير صاحب جن کي جيڪو مڪان عنايت فرمايو هو ان جي تعمير ۾ ڄام صاحب جن وڏو هٿ هو. فقير صاحب ان مڪان جي لڳي دروازي تي پنهنجو شعر نصب ڪرايو هو جنهن مان اندازو لڳي ٿو ته اهو سندس آخري اشعار مان آهي. سندس تجهيز ۽ تڪفين حضرت مولوي مخدوم غلام حيدر صاحب جن جي هدايتن مطابق ٿي ۽ فقير صاحب کي اتي ئي ان مڪان ۾ سپرد خاڪ ڪرايائون ۽ پاڻ آخري رسومات تائين اتي موجود رهيا.

## ڪلام

اک اکين اندر اڙائي دلربا کي ڪو ڏسي،
پرت وارو پيچ پائي دلربا کي ڪو ڏسي

آسيءَ کي ٿوري ڏسي ڏاهو ٿي سڪوهن لڳي ۾
حسن جو هرڪو هلائي دلربا کي ڪو ڏسي

سوز ۽ سختيون سهي سانگو لاهي سر ساهه جو
صاف سوز سان سڃاڻي دلربا کي ڪو ڏسي

واٽ وحدت جي وسهي تنهن جي نازڪ تڪ،
۽ قدم قربن وڌائي دلربا کي ڪو ڏسي

اي الله بخشا بهشتي جاڳ ٿي لاس جاڳ کي،
درد جا درياهه وڌائي دلربا کي ڪو ڏسي

■■■



# خان صاحب غلام علي خان "جعفري"

(1852ع ـ 1951ع)

خان صاحب غلام علي خان "جعفري" ولد محمد آچر 1852ع ۾ ڄائو ۽ شڪارپور جو ويٺل هو. مرحوم انگريزيءَ ۾ مئٽرڪ پاس، فارسي ۽ اردو ۾ به چڱي مهارت رکندڙ هو. مرحوم ويهه سال مختيارڪاري ڪئي، جنهن سان هلائي صفائي، سچائي، بي نيازي ۽ خودداري جي مثال ڪوٺ ڇڏيائين. تقرير ۽ تحرير جو به چڱو ماهر هو. پاڻ نهايت خليق انسان هو. پنهنجي عشقيه ڪلام جو ديوان پنهنجي هٿن سان ترتيب ڏئي واقف ڪيائين ۽ ڇپائين ته جڳهن الله کان سواءِ ٻيو سڀ ڪجهه لکيا آهن ته رلي هي ديوان به هاڻي ان لکت تي ٻڌي. هت آيل ڪلام مان ٻه شعر ملاحظه لاءِ لکجن ٿا. "جعفري" صاحب جو انتقال 18ـ آڪٽوبر 1951ع تي ٿيو.

## ڪلام

پري تو ڪان تي پرزه هڻه ته پيارا "جعفري" جي دل،
جداڻي ڪان پيو جاتي جگر پامال هو منهنجو

ت هر ڪو شعر آ ديني لکيا ان ۾ نصيحت آ،
ملس ڪهڙا ڦري سڀ ڪو چوي حال پر پنهنجو



# مرزا امام علي بيگ "علي"

(1881-1955ع)

مرزا امام علي بيگ "علي" ولد مرزا قاسم علي بيگ 1881ع ۾ حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. پاڻ قرآن مجيد جي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪري، آخوند علي محمد جي مدرسي مان درسي تعليم حاصل ڪيائين. مولانا ابوالحسن لکنوي کان فني تعليم جو ۽ درس ورتائون. شاعريءَ سان گڏ خوشنويسي، مصوري ۽ ڊرائنگ ۾ قدرت ڪهي حصي ۾ معما ڪشي هئي. مرزا قليچ بيگ ۽ حاجي لنڊ محمد سان گڏ ۾ پيرا عراق ۽ ايران جون زيارتون ڪيائين. پير سيد علي اصغر شاهه راشدي جلالي ۽ جهلم آباد اپنڻو مرشد ڪري رهندو هو ۽ ڪيس "ڪتابي ازل" جي لقب سان سڏيندو هو. ڊاڪٽر علي احمد قاضي، مرزا صاحب جي مصوريءَ جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي. سندس ڪلام مرثيه، سلام، غزليات، قصائد، مناجات ۽ نعت تي مشتمل آهي. پاڻ 4- سيپٽمبر 1955ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

خواب ۾ مون ڏٺو هڪ حسين نازنين
ماهرو، ماهرخ، ماهوش، مه جبين

زلف جن جا ٿڪيا ۽ سنهري تمام
مشڪ ٿي جوڙ سا، صندلين عنبرين

متجي چشمن جو جادو خدا جي پناهه
سرمگين، شرمگين، احمرين، نرگسين

مون جو طرز تڪلم سراپا ڪشش
دلستان، دلربا، دلنواز، دلنشين

وقت رخصت "علي" مون جو وسري نٿي
هر نظر اولين هر نظر آخرين

■■■



# محمد حيات شاه "حافظ"

(1875-1955ع)

محمد حيات شاه "حافظ" ولد سيد عالم شاه ڳوٺ ۾ ضلع جهنگ (پنجاب) جو رهندڙ هو. بعد ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ اچي مقيم ٿيو. شاه صاحب جي محبت پنهنجي ماساتي سلطانه بيگم سان هئي ۽ سندس مڱڻو به ٿيل هو. مگر سلطانه بيگم جي شادي ٻئي هنڌ ٿي وئي. ان صدمي هن کي جهوري رکيو. سلطانه بيگم جلد وفات ڪري ويئي ته محمد حيات شاه وطن جي وڻن کي الوداع چئي هندستان جي مختلف شهرن ۾ پنهنجي دل کي سڪون ڏيارڻ خاطر ڦرندو رهيو. ملتان جي ٻانوترا ڳوٺ ۾ سخت بخار سبب اکين جو نور وڃائي ويٺو. 1910ع ۾ سنڌ آيو ۽ ڪنڌڙي ۾ ميمڻن جي مسجد ۾ اچي رهيو. 1913ع ۾ سندس واقفيت محمد موسى "راز" ۽ عبدالله "خواب" جي والد علي بخش سان ٿي جيڪو کيس حيدرآباد وٺي آيو. شاه صاحب "سنڌي مسلم سوسائٽي" جي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو. سندس لکيل ڪتاب "داستان قمر" "وڇڙين جو ميلاپ" ۽ "ديوان حافظ" شايع ٿي چڪا آهن. سندس انتقال 26- ڊسمبر 1955ع تي ٿيو.

## ڪلام

دلبر جو سندم گهر ۾ اچڻ ٿئي ته وڏو بخت،
يا پنهنجو سندس در تي وڃڻ ٿئي ته وڏو بخت

هٿ يار جي هٿ ۾ هجي سر مونکي جي سڪ ۾
هي تيڏين سندو ناز پسڻ ٿئي ته وڏو بخت

پڪ آهي فاني روح ته روحن کي ملڻ ڪا،
پر جيئري اکين جڳ ۾ ملڻ ٿئي ته وڏو بخت

جيئري سو ستمگر نه ڪڏهن آهي پڇڻ لاءِ
ڪافر جي مرڻ بعد سڄڻ ٿئي ته وڏو بخت

"حافظ" هي ويا هنڌ ۾ سٺ سال عمر جا،
ڪو دم جي مديني ۾ رهڻ ٿئي ته وڏو بخت

■■■



# سيد پيرل شاهه "پيرل"

(1898-1959ع)

سيد پيرل شاهه 7- ڊسمبر 1898ع تي تولد ٿيو. سندس والد سيد علي شاهه کيس تلقين ڪندو هو ته ڪنهن صوفي بزرگ جو طالب ٿجان ۽ ڪجهه اعجاز به ڏٺائينس. انهن اعجازن تي پاڻ سخي امين شاهه سان سيوهڻ شريف ۾ ملاقات ڪري کيس عرض ڪيائين ته "مون کي پنهنجو طالب ڪيو." جنهن تي سيد امين شاهه فرمايو ته "اوهان کي اوهان جي ڳوٺ اچي ذڪر ڏيو". ڪجهه سال گذرڻ بعد سيد امين شاهه ڳوٺ "سهڪجي" ۾ اچي کيس ذڪر الاهي جي تلقين ڏني. سيد پيرل شاهه جو لباس گيڙو هوندو هو ۽ پاڻ هميشه هيٺ وڃ پسند ڪندو هو. راڳ ويراڳ ته روح جي غذا هوندي هئي. پاڻ سٺو شاعر به هو. سندس ڪلام قلمي رسالي جي صورت ۾ موجود آهي. سندس وصال 10- ڊسمبر 1959ع تي ڳوٺ سهڪجي تعلقي ڳڙهي ياسين ضلع شڪارپور ۾ ٿيو.

## ڪلام

محبوبان جي محبت موهيس، يار جي ڳهوڙي پريسان

بسم الله سينها چاڙهيان، سرڻي اُتي ڳهوڙي ٻلاڙيان
"نصر من الله" تنهن اٿاريان "لا فتح الفتح" ڪريان

راهه ۾ ڪيتي رهبري، تاج خمسري
ڪرتي ڪوثر والي جي، هٿ ڪنهن ڪڻن نه ڏريسان

اهين چشمي جي منهن ماڪ، سڄ رهي ساري لولاڪ
سڀ سهيليان تيان چالاڪ، ويک تنهان ڪئين ڏريسان

پيشڪ برف جي پتر محڪم محبت واري مندن
"پيرل شاهه" اهين چولي اندن ڏهان ۾ ڏهان ڏريسان

■■■

# صوفي نصير محمّد فقير جلالاڻي

(1842 اندازاً _ 1960ع)



سندس ولادت جي صحيح تاريخ معلوم ناهي البت سندس چوڻ موجب ته صوفي صادق شاه سنه 1845ع ۾ وفات ڪئي ته آئون پنڌ ڪنڌ ڙيار هوس. روايت آهي ته هڪڙي ڏينهن صوفي صادق شاه تجل شريف ويندي رات تي ڳوٺ جلالاڻي ۾ اچي بيهي رهيو ۽ ان وقت پاڻ فرمايائين ته "اسان کي هتي ڳانڍو ڪڏي جي خوشبوءِ اچي ٿي هتي هڪڙو ڪامل مرد خدا پيدا ٿيندو جيڪو ولي الله هوندو" ڪجهه وقت کان پوءِ صوفي نصير محمّد جي ولادت ٿي. ٻالڻ تنشيخ کان وٺي فقيري طبع جو مالڪ هو. بعد ۾ صوفي جهوڪ ڏاڪي حضرت عبدالستار شاه صاحب جو طالب ٿيو. 27 جمادي الثاني 1380هه مطابق 17 ڊسمبر 1960ع تي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو.

## ڪلام

ٿلهه: پيئم جڏهن جام وحدت جو     وجود جو ترڪ تڏهن ٿيڙو

تن ٿيو ٿيهن جو قالب     پڇي پورا ڪيئين قالب
رهيو مطلوب نه طالب     نظر ۾ ناهه ڪو ٻيڙو

صحيح ڪيم سر هوءِ ساري     ماري اناالحق سندر نعرو
وڄائي رمز جو ڀاري     صدق تنهان جو ٿيڙو

وڃي جڏهن لا سندي ڪاتي     تڏهن ٿيو عشق اثباتي
رهيو آ تصور نه ذاتي     "نصير" نالو نفي ٿيڙو

□□□

## حافظ محمّد اسلم مهيسر

(1887؟ - 1960ع)

حافظ محمّد اسلم ولد حافظ جان محمّد مهيسر ويٺل ڳوٺ رتيل مهيسر تعلقه خيرپور، اندازاً 1887ع ۾ ڄائو. ٿيو مدرسه دارالهديٰ ٺيڙهيءَ ۾ فارسيءَ جي تعليم ورتائين. مولود غزل بيت ۽ ڪافيون چيائين. پاڻ وقت جو سٺو شاعر هو. 1960ع ۾ انتقال ڪيائين.



### ڪلام

حسن حضرات با برڪات قلمز ذات يزداني،
صاف صفا آ درجات منجهه محلات السماني

مفازن مڪمليون ڪيون ۾ تجليون برن بجليون مدائين سي
نظارا تين آهن عين هجن ٿا زين لاثاني

عجب رخسار واهه انار ٿيا ڪفتار ڪاري ڪرڙا
ڏسي ڦندان لب لالن ڏسي مرجان قرباني

اچي هتان ٿيا مشتاق منجهه ميدان محبت ۾
بڌي آواز ڪيائين نياز بي انداز سبحاني

سدا صحبت سدا محبت اها الفت آهي "اسلم"،
اهو ذاڪر بعد اڪثر لقا اهي آ قرآني

❀❀❀



# غلام عبّاس "جوش"

(1904-1962ع)

غلام عباس جو تخلص "جوش" ۽ والد جو نالو دوست محمد قادري هو. پاڻ سن 1904ع ۾ تولد ٿيو. سندس ڳوٺ لاڙڪاڻو هو. نوجوانيءَ کان وٺي آخري دم تائين علم و ادب جي خدمت ڪيائين. شاعري ڪيس ورثي ۾ ملي هئي. وڏو مشاعرو لاڙڪاڻي جو انتظام جوش صاحب جي سپرد هو ۽ لاڙڪاڻي ۾ جيڪي ادبي ڪانفرنسون ٿينديون هيون انهن جي انتظام ۾ به وڏو حصو وٺندو هو. 1946ع ۾ ڪوٺايل ستين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمين هو. سندس انتقال 26 فيبروري 1962ع تي حرڪت قلب بند ٿي وڃڻ ڪري ٿيو.

## ڪلام

صد شڪر رخ ٿيو آ، مون ڏانهن يار جو ڪجهه
سر سر ٿيو آ سامان اکين جي ٺار جو ڪجهه

مصري کان وڌ مٺو جيڪو، منهنجو مٺو جو آهي
پيو نرخ ٿيو وڌي جهٽ، مصري بازار جو ڪجهه

ڦٿڪي ۾ جڏهن بسمل ۾ ڇڪ وار سان تون مارج،
ڪر ڪو قياس تان، پنهنجي شڪار جو ڪجهه

ميٽ ڪڇي يو پاسو پل ڪيو مگر خدارا،
پت رکجو منهنجي دل، هيڏي نهار جو ڪجهه

وعدو ڪئي ڀري تون ڪر ياد سو پيارا،
رک شان مان پنهنجي تون اعتبار جو ڪجهه

اي "جوش" يار عصيان کان ڏيل ڇو ٿڪي ٿي
آٿت فقط آ رحمت پروردگار جو ڪجهه

❖❖❖



# صوفي "راضي" فقير درازي

(1903-1968ع)

صوفي "راضي" فقير جي ولادت 1903ع ۾ ٿي. سندس والد جو نالو ڪريم بخش هو. پاڻ پير جي ڳوٺ خيرپور جو رهاڪو هو. حافظ غوث محمد شاهه صاحب کان قرآن پاڪ جي تعليم حاصل ڪيائين ۽ حضرت ڪرم الله شاهه صاحب جيلاني گهوٽڪي واري جو طالب ٿيو. سندس شاعريءَ جو رسالو موجود آهي. 1- فيبروري 1968ع مطابق 1- ذوالقعد 1387هه تي انتقال ڪيائين. زندگيءَ جو گهڻو حصو لاهور ۾ رهيو وفات به اتي ئي ڪيائين ۽ سندس آخري آرامگاهه به لاهور ۾ ئي آهي.

## ڪلام

ٿلهه: واهه واهه عشق پڙهائي نماز ميئون،
ڪري وحدت رچ گلزار ميئون.

آيا نور نظر صلا ميئون اتي،
مليا يار سچا معراج ميئون.

دل چاهت ذره هجر جان جان جڳي،
ڪرڻ سوز رهين انداز ميئون.

"راضي" بانڪين ڪيتا رب فقير،
نت ڏينهن سڪايا نماز ميئون.

# فقير سرت علي ڪوراڻي

(1910-1972ع)



فقير سرت علي ولد بلو خان ڪوراڻي، ڳوٺ شاهه محمد ڪوراڻي تعلقي ماتلي ضلعي حيدرآباد جو رهاڪو هئو. سنڌس ولادت 2- جولاءِ 1910ع تي ٿي. فقير سرت علي هڪ ڏينهن محمد فقير کٽياڻ رت راڳ جي محفل ۾ حاضر ٿيو. مٺس فقير صاحب جي راڳ جو ايڏو ته اثر ٿيو جو پاڻ سندس (محمد فقير کٽياڻ جو) طالب ٿي پيو. فقير سرت علي چڱو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام جو قلمي ڪتاب موجود آهي. فقير سرت علي ڪوراڻي جو انتقال 27- ربيع الاول 1392هه مطابق 12- مئي 1972ع تي سومر جي رات ٿيو.

## ڪلام

ٿلهه: جيئن پريين پياري، پرتئون پيمان عشق جي
تيئن من ۾ مڃائي، محڪم مشغلان عشق جي

جيئن آهه ڏٺي هو اصليئن، امتحان عشق جي
تيئن قائم ڪئائين قلبي، قرآن عشق جو

جيئن عاشق اکين تي، انور عيان عشق جي
تيئن معشوق محب مٿون، مرڳان عشق جي

جيئن منصور محو ماڻڪ، مستان عشق جي
تيئن "سرت علي" شاڪر، مستان عشق جو

❁❁❁



# سيد سليمان شاهه "سالم"

(1918-1975ع)

سيد سليمان شاهه ولد سيد غلام محمد شاهه تاريخ 13- آگسٽ 1918ع تي ڳوٺ ٽبر تعلقه روهڙي ضلع سکر ۾ ڄائو هو. تعليم ڇهه درجه سنڌي ۽ چار درجه انگريزي تائين حاصل ڪيائين. سنڌي اردو ۽ فارسي ۾ شاعري ڪئي اٿس. پاڪ روهڙي سيمينٽ فيڪٽري ۾ سال 23- آگسٽ 1947ع کان آخر تائين وابسته رهيو. انهيءَ دوران "بزمِ طالب المولىٰ روهڙي" ۽ "بزمِ لطيف روهڙي" جو صدر پڻ ٿي رهيو. درگاهه حضرت شاهه جلال عليه رحمت جو سجاده نشين به هو. مسدس ڪلام "اشڪ و تبسم" جي نالي سان شايع ٿيل آهي. 30- اپريل 1975ع تي رحلت ڪيائين. کيس سندس آبائي ڳوٺ ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو.

## ڪلام

رهيو پڻ ڪٿي اشتباهِ محبت
تنهنجي هر ادا آ گواهِ محبت

منهنجي نيستي تي بقا پي فدا آ،
جو مان هان هلاڪ نگاهِ محبت

ٻڌو رازان جو ڪنهين ڪين پاڻ،
ڪٿان کان ڪٿي آهي راهِ محبت

هي دنيا ٿئي رشڪِ فردوس مون لئه
اگر ٿئي ڪو سيرنگاهِ محبت

نه "سالم" کي غم آ نه رسوائين جو
مان هان راغب رهين راهِ محبت

❖❖❖

# آخوند عبدالرحمان "انجم" هالائي

(1902 - 1975ع)



آخوند حاجي عبدالرحمان "انجم" هالائي 15 - آگسٽ 1902ع تي هالا جي ميمڻ خاندان ۾ پيدا ٿيو. سندس والد علي محمد ميمڻ ڪيس پراڻي دستور موجب قرآن شريف جي تعليم ڏياري. مرحوم حاجي سليم الدين ابڙي وٽ "هالا مڪتب" ۾ سنڌي ۽ فارسي پڙهيو. سال 1919ع ۾ ٽريننگ ڪاليج شهداد پور ۾ تربيت ورتائين ۽ بعد ۾ حاجي سليم الدين ابڙي جي مڪتب ۾ معلم ٿيو ۽ سندس وفات بعد ان ئي مڪتب جو معلم اعليٰ ۽ ٿيو. مولوي مخدوم غلام حيدر صديقي قريشي صاحب جن جي مدد سان حڪومت وٽان پلاٽ حاصل ڪري عمارت ٺهرايائين، جيڪا اڄ "مسٽر انجم پرائمري اسڪول هالا" جي نالي سان موجود آهي. سندس شاعريءَ ۾ استاد حافظ جان محمد هالائي هو. انجم صاحب جو پهريون تخلص اختر هو 1950ع ۾ ڦيرائي "انجم" رکيائين. پاڻ ڪيترائي سال ميونسپالٽي هالا جو ميمبر ۽ 1953ع کان 1955ع تائين وائيس پريزيڊنٽ به رهيو. 1951ع ۾ "فردوس رسالي" جو ايڊيٽر ٿي رهيو. نواب شاهه ۾ رهائش دوران "رهنما رسالي" جو به ايڊيٽر ٿي رهيو ۽ "هفتيوار معلم اخبار" به ڪڍيائين، جنهن جو ايڊيٽر به پاڻ هئو. مير طالب المولا سنڌيءَ جي تعليم وٽس ئي حاصل ڪئي. هالا ۾ شعر و شاعريءَ جي محفلن ۾ انجم صاحب گهڻو ڪري شرڪت ڪندو هو. سندس زندگيءَ جا پويان سال دين اسلام جي ترويج ۽ تبليغ ۾ گذريا. پاڻ 1 نومبر 1975ع تي انتقال ڪيائين.

## ڪلام

آشنا ٿيو دوست ٿيو محبوب ٿيو دلدار ٿيو
هو وري ساڳيو ئي آهي قائل اظهار ٿيو

ڪر ملامت ڀل هزارين قصد ڪئي منهنجا رقيب
ڪا به پروا ناهه مون کي دوست جي غمخوار ٿيو

مون خالص آهي ان کي ڪسوٽي جو خوف ناهه
آزمائش سان ٿي عاشق جو سچو ڪردار ٿي

مفلس و نادار هر ڪنهن جي نظر ۾ اڄ ذليل
مال و دولت آهي جنهن وٽ اڄ اهو سردار ٿيو

■■■



# عبدالله "اثر"

(1920ع ـ 1976ع)

عبدالله ولد مولوي الهڏنو چانڊيو 14 جولاءِ 1920ع تي ڄائو. سندس تخلص "اثر" هو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ بيڙو چانڊيو لاڙڪاڻو ۾ حاصل ڪيائين. سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري 1936ع ۾ مسلم اسڪول ۾ استاد ٿيو. پارسي ۽ عربيءَ جي تعليم مولوي محمد اسماعيل قريشي ۽ مولوي غلام رسول عباسي کان حاصل ڪيائين. 1948ع ۾ ٽريننگ ڪاليج جو امتحان ڏئي ٽريننگ ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ استاد ۽ اي بي آر ايس مقرر ٿيو. "تجلي" ۽ "شيدا" جي صحبت ۾ ڪيس شاعريءَ جو شوق پيدا ٿيو. شاعريءَ ۾ سندس استاد مولوي "عاقل" صاحب هو. ڪيترائي مسدس ۽ مخمس وغيره به لکيائين. پر سندس غزل جو رنگ عليحده هو. عربيءَ جي مشهور "قصيدة البرده" ۽ "بانت سعاد" جو سنڌي نظم ۾ ترجمو ڪيو هئين. سندس وفات تاريخ 26 ڊسمبر 1976ع تي ٿي.

## ڪلام

عطا ٿيو سير گلشن جو ڪڏهن باد صبا وانگي
ڪڏهن پابند رفتو پير چمن ۾ نقش پا وانگي

ستم ان جو زماني ۾ ڪرم جو پاسدار آهي
سيه بختي به سر تي ٿي اچي ظلِ هما وانگر

نه سر جي آهي پروا هٿ نه فڪر جان حزين جو آهه
اٽل هر فيصلو آهي محبت ۾ قضا وانگر

اهو اعزاز حاصل ڪين آهي بادشاهن کي
جو بخشين ٿي نياز جان جهڙو ان جي گدا وانگر

سلامت ٿو رهي عاشق جي دل ۾ شوق پابوسي
فلڪ جيون ٿو سهي سختيون تڏهن برگ حنا وانگر

"اثر" ايڏي نه مشهوري ملي وٺي عشق جي صدقي
جو هر نا آشنا سين سان ملي ٿو آشنا وانگر

❖❖❖



# آغا عبدالنبي "عليگ"

(1903 - 1977ع)

آغا عبدالنبي ولد آغا گل حسن خان دراني پٺاڻ هو. سندس ولادت 16- مارچ 1903ع ۾ ٿي. پاڻ سٺو شاعر هو ۽ تخلص "عليگ" استعمال ڪندو هو. سندس ابتدائي تعليم ڪمبٽ (خيرپور) ۾ شروع ٿي. ان کان پوءِ خيرپور ميرس ۾ انگريزي تعليم وٺي 1919ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪري، اعليٰ تعليم لاءِ علي ڳڙهه ڪاليج ۾ داخل ٿيو جتان 1924ع ۾ بي-اي (آنرس) ڪري پنهنجي وطن شڪارپور پهتو. "آغا" عبدالنبي کي ننڍي هوندي کان شاعري جو شوق هو. سندس وڏي ڀاءُ آغا صوفي جي صحبت سندس طبيعت کي وڌيڪ اجاگر ڪري ڇڏيو هو. پهرين سنڌي فلم "ايڪتا" جا پاڪستان کان اڳ ٺهي هئي، تنهن جا ڊائلاگ "آغا" عبدالنبي لکيا هئا. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾ "افڪارِ عليگ" (نظم) ۽ "مريض پنهنجو مرض وڃا جي دوا" (ڊراما) مشهور آهن. سندس ڪليات (قلمي) سندس پوين وٽ محفوظ آهي. آغا عبدالنبي جو انتقال ڪافي وڏي عمر ۾ سن 1977ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

اڄ ياد مون پيون ٿا، گذريل ويل زمانا
زخمي جگر تي تنهنجي نظرن جا تازيانا

اڃا مرڪ تنهنجي سنڌي، اڃا تنهنجي دلرُبائي
اهي منهنجون مٺڙيون ۽ تنهنجا رنگا ٻهانا

من بيقرار دل جي، آه، ولفغان ۽ زاري
اهي ظلم جا جي تنهنجي گهر گهر هئا فسانا

منهنجي التجا ۽ آزي، تنهنجي بيرخي سنگدلي
تير نگهه سان دل تي تنهنجا ٺهڪ نشانا

ڪل ياد تنهنجي دامن دل ۾ رهي ٿي منهنجي
ٻيا داغ دل جا "آغا" تازا رهن توانا

***



# جان محمّد "اضعف" هالائي

(1897-1979ع)

جان محمّد ولد عبدالرؤف ايڙو 14 آگسٽ 1897ع تي تولد ٿيو "اضعف هالائي" سندس تخلص هئو. سندس اسلامي ۽ تبليغي مضمون ورهين کان وٺي سنڌ جي سڀني مشهور اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. شاعري توڙي انشا پردازي ۾ سندس استاد مرحوم حڪيم فتح محمد صغير سيوهاڻي ۽ مرحوم محمّد هاشم "مخلص" هئا. خلافت واري زماني خلافت تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائين. انجمن مولود النبي ﷺ هالا" ۾ پاڻ مرحوم الحاج پير محمّد سائل هالائي جي صدارت ۾ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت ۾ سالن جا سال خدمت ڪندو رهيو. سندس هڪ ننڍڙو ڪتابڙو بنام "انوار محمّدي"، "انجمن مولود النبي ﷺ هالا" طرفان ڇپجي شايع ٿيو. اضعف هالائي جو انتقال 8 مارچ 1979ع تي ٿيو.

## نعت شريف

حبيب ﷺ خدا آ اهڙو نبوت، رسولن جو سرواڻ امت لاءِ رحمت

اطاعت سندس آ اطاعت خدا جي اهو آ حقيقت ۽ روح عبادت

محمّد ﷺ جو نالو پيارو پيارو رسي روح کي جنهن سان راحت ٿي راحت

هدايت جا تارا صحابا پيئي اهو مير مرسل آ شمس هدايت

رڳا حڪومت قيصر ۽ ڪسري ڪري پيا، ٿيو جيئن جهان ۾ ظهور نبوت

حقارت ڪري پور دنيا تان بيشڪ، ڪنائين زماني کي درس اخوت

خدا مير مرسل کي معراج بخشيو اچي ڪين سگهي ٿي تي اهڙي عنايت

مقدس ۽ ڪامل مڪمل بشر آ، نبوت جو نور آ رسالت جي دولت

سندس ذات آ فخر اولاد آدم سندس سر سان انسانيت جي آ عظمت

خدا موڪليو کيس رحمت بڻائي ٿيا ان تي منڪشف اسرار حڪمت

سندس هر قدم آ خدا جي رضا سان سندس زندگي آهي درس هدايت

حوض تي آب ڪوثر جو ساقي سخي آ، سندس هٿ ۾ هوندو لوائي شفاعت

محمّد جي تعريف "اضعف" ڪٿان ٿو چا، خدا خود سندس ڪئي آ وصف رسالت

❖❖❖

# حاجي الهہ بچايو ميمڻ "وفا" هالائي

(1911ع - 1980ع)

حاجي الهہ بچايو ولد محمد جمن گلجي ميمڻ 4- آڪٽوبر 1911ع تي هالن پراڻن ۾ ڄائو. سندس وڏا هالا جي اوڀر ڏکڻ جي ڏيڍ ميل فاصلي تي ڳوٺ گجو جا رهاڪو هئا، جتي گجو جي تالي سان قبرستان به آهي. حاجي الهہ بچائي ايام طفوليت کان ئي شعر و شاعري تي طبع آزمائي ڪئي. سنڌي ۽ فارسي ۾ کيس چڱي ڄاڻ هئي. شاعري ۾ "وفا" تخلص استعمال ڪيو اٿس. سال 1943ع کان وفات تائين ميونسپالٽي هالا جو ميمبر رهيو ۽ سال 1944ع ۾ مسلم ليگ هالا جو جنرل سيڪريٽري به ٿي رهيو. سندس وفات 16- جنوري 1980ع مطابق 27 صفر المظفر 1400هه تي ٿي.

## ڪلام

جاني محمد ﷺ مصطفىٰ فخر اول آخر نبي ﷺ،
ختم الرسل خير الورىٰ احسن امين اطهر نبي ﷺ.

لولاڪ لما جي لقب خلق عظيم سان عجيب،
عالم اتم هاڻي نسب آيو اسان آڌر نبي ﷺ.

طٰه ۽ يٰسين انما ثابت صحيح سنڌين لقا،
سڀ ڪو چوي صلو عليہ صفحا مٿي سرور نبي ﷺ.

شافع زمان شافع امم اوج مقدم عرب ۽ عجم،
نابود ٿي نعدي ظلم اظهر ٿيو انور نبي ﷺ.

سلطان اٿس ٻنهي جهان جو محبوب رب رحمان جو،
بي مثل ان جي شان جو بي مثل مقصد مظهر نبي ﷺ.

هر دم "وفا" جي هيءَ صدا آسان ٿئي احتدا،
مطلب ملي سون من سڀئي پيارا ٿي هيڪڙ نبي ﷺ.

❁❁❁









# قاضي علي اڪبر درازي

(1895ع ـ 1981ع)

قاضي علي اڪبر ولد قاضي علي محمد درازي 18 ـ جولاءِ 1895ع تي روهڙيءَ ۾ تولد ٿيو. بمبئي يونيورسٽي مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو ۽ 23 ـ جولاءِ 1950ع تي خزانه آفيسر جي عهدي تي پهچي، پينشن وٺي رٽائرڊ ٿيو. ننڍپڻ کان ئي سندس طبيعت جو لاڙو تصوف ڏي ٿي ويو. پنهنجي مرشد سچل سرمست ڏانهن سندس عقيدت عشق جي درجي تي پهتل هئي. پاڻ ننڍا وڏا تقريباً پنجاهه کن ڪتاب لکيا اٿس. سندس تخلص "غلام اڪبر" هو. آخري عمر ۾ پنهنجي مرشد جي ميلي ۽ ٻين مقامي ادبي ڪچهرين ۾ باقاعدگي سان شريڪ ٿيندو رهيو. پاڻ 2 محرم 1402هه مطابق 30 ـ آڪٽوبر 1981ع تي وفات ڪيائون ۽ عيدگاه قبرستان لڳ مختيار ڪار آفيس روهڙيءَ ۾ دفن ٿيل آهي.

## ڪلام

اچي هن حال ۾ حامي سڳيو ٿيو يا رسول الله
ٻڏي ناڪي نماڻي جو ٻاڏايو يا رسول الله

چڪن طرفن ٻڌي ويڙهي غمن جي لوڙ آ منهن کي
ٻڏائي ساڻ ٻيڙه کي بچايو يا رسول الله

ايلن جي پريان ڪشتي غمن جي بحر ۾ پيئي
مرادن جي ڪناري تي رسايو يا رسول الله

اگر تقدير منهنجيءَ ۾ جڳائي ڪا لکيل ناهي
مهر سان تنهن کي مختيارا ڦٽايو يا رسول الله

مٿايو "علي اڪبر" جي غلام اڪبر جي مڃ آزيد
ظاهر باطن مرادون سڀ پڄايو يا رسول الله

❀❀❀



# جي الانا "عاجز"

(1906ع - 1984ع)

غلام علي الانا عرف "جي الانا"، 22- جون 1906ع تي ڪراچي ۾ ڄائو. سينٽ پيٽرڪ هاءِ اسڪول، ڊي-جي ڪاليج ۽ بمبئي جي لا ڪاليج مان تعليم پرائيندي پر انهن کان هتي ڊگري وٺي نه سگهيو. جي الانا جوانيءَ ۾ قدم رکڻ سان ئي سياست جي دنيا آباد ڪئي. 20 سالن تائين ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جو ميمبر ٿي رهيو ۽ 1948ع ۾ ان جو ميئر ٿيو. مرحوم ڇهه سال صدر جي حيثيت ۾ ڪراچي چيمبر آف ڪامرس جي خدمت ڪئي ۽ 1948ع کان 1956ع تائين پاڪستان فيڊريشن آف چيمبرس آف ڪامرس اينڊ انڊسٽري جو باني صدر ٿي رهيو. کيس 1969ع ۾ بين الاقوامي اسلامڪ چيمبر آف ڪامرس جي صدر ٿيڻ جو اعزاز پڻ مليو. جي الانا ڪراچي ۾ مسلم ليگ جو عهديدار ٿي رهيو ۽ ايام پاڪستان جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. 1956ع کان 1958ع تائين مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر به ٿي رهيو. گهڻو عرصو تائين بين الاقوامي شخصيت جي روپ ۾ مختلف ادارن ۽ تنظيمن ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪيائين. 1948ع کان 1957ع تائين آءِ ايل او جو ميمبر ٿي رهيو. 1962ع ۾ اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ ۾ ملڪ جي نمائندگي ڪيائين. 1974ع کان 1979ع تائين يونائيٽيڊ نيشن جي هيومن رائيٽس ڪميشن ۾ نمائندگي ڪيائين. جي الانا شاعريءَ جي شعبي ۾ بين الاقوامي شهرت ماڻي پوئٽ لارئيٽ (Poet Laureate) جو خطاب ورتو. مرحوم جي الانا 78 سالن جي ڄمار ۾ 8- مارچ 1984ع تي ڪراچي ۾ وفات ڪئي.

## ڪلام

عشق جو پيالو پيار او يار عشق جو پيالو پيار او يار

عاشق مان محبوب مران، تي اُج الڪ جي اُتار او يار
عشق جو پيالو پيار او يار

تولي واٽ ئي واجهيو سيني، ڳجهي ڪي اُجار او يار
عشق جو پيالو پيار او يار

اندر مان آواز اچي ٿو، ڪهڙو ڪڍان جي تار او يار
عشق جو پيالو پيار او يار

تنهنجو سڪا "عاجز" آهيان، اوکي واٽ اُڪار او يار
عشق جو پيالو پيار او يار



# محمّد حسين "عاصم" ڀٽو

(1913_1984ع)

محمّد حسين "عاصم" ولد يار محمّد ڀٽو 5- مئي 1913ع تي پنجاب جي سرائيڪي ڳوٺ نصڪاڻي ۾ تولد ٿيو. جلد ئي سنڌي خاندان وانگر هجرت ڪري ۽ مستقل طور روهڙي جا ٿي ويا. موسوي صاحبن سان محبت عشق ڪري سنڌي طبيعت جو لاڙو علم و ادب ڏانهن ٿيو. اردو ۽ فارسي کان سواءِ سنڌي ۾ پڻ شاعري ڪيائين ۽ نثر ۾ خوب لکيائين. علم اللغات تي خاص دسترس حاصل هيس. طنز و مزاح طرف گهڻو لاڙو هوس. سنڌي شمار روهڙي جي قابل استادن ۾ ڪيو وڃي ٿو. 1971ع ۾ پرائمري استاد جي حيثيت ۾ پينشن تي لٿو ۽ 16- آگسٽ 1984ع تي روهڙي ۾ وفات ڪيائين. پاڻ مداح اهلبيت ۾ هو ان سلسلي ۾ ڪيترائي قصيدا ۽ مرثيه پڻ لکيائين. سنڌي شاعريءَ جو ڪو مجموعو ڇپجي نه سگهيو آهي البت سنڌي نوٽس بڪ ڪيترن ئي هنڌ ذخيرو موجود آهي.

## ڪلام

جلوو ڏسان عجيب ٿو خدائي ڪريم جو
اعليٰ جلال واري علي العظيم جو

عبادت تي ناز جنکي آ تقوىٰ نجات جي
رندن کي آسرو آ غفور الرحيم جو

الله پردو پوش ٿي ستار ڪر سڀ
پوءِ خوف ڪهڙو رهندو عذاب جحيم جو

سڀني جبل جلايو هو آ پنهنجي سان
روهڙي جي رهندڙن کي به آ نامن ڪريم جو

خاڪ نجف ۽ خاڪ مديني جو طلبگار
"عاصم" سدا مي ٿي آيو قلب صميم جو

❁❁❁



# سيّد نجف علي شاهه "ڪمتر" نقوي

(1923ع - 1984ع)

سيّد نجف علي شاهه "ڪمتر" ولد سيّد حسين علي شاهه ڳوٺ شاهپور جهانيان ضلع حيدرآباد ۾ 21- اپريل 1923ع تي تولد ٿيو. اڃان 9- مهينن جو هو ته فقير قطب علي شاهه جي وڏن معصومن مثلس سنڀال ۽ پرورش ۽ تربيت ڪئي. "ڪمتر" صاحب مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪئي. پاڻ نهايت حليم الطبع هو سنڌي زبان تي ڪيس عبور حاصل هو ۽ هڪ قادر الڪلام شاعر هو. پاڻ 13- سيپٽمبر 1984ع تي انتقال ڪيائون.

## ڪلام

ايمان جو امتحان آ جنهن جو احتساب
لشڪر قليل آهي پر همت آ بي حساب
هر فرد ڪامياب ۽ هر فرد لاجواب
ڪردار بي مثال ۽ هر قول لاجواب

•

فتح و شڪست جنگ جي لشڪر تي منحصر
بيٺا مقابلي ۾ عزازن جي باهمت
پر جوش ۽ خروش آهي فوج مختصر
واري لاءِ پنهنجي هر هڪ بي چين ۽ منتظر

■■■

# ڊاڪٽر محمد سعيد ابڙو "سعيد هالائي"

(1945_1985ع)



ڊاڪٽر محمد سعيد ابڙو ولد قاضي عبدالحي "سليم هالائي" 18_ ڊسمبر 1945ع تي پيدا ٿيو سندس وڏا مخدوم مير پير ثالث جي دور ۾ هالا آيا هئا. ڊاڪٽر سعيد جي تعليمي تربيت سندس والد ڪئي. پاڻ هالا ڪاليج مان انٽر پاس ڪيائين ان بعد ايل ايم سي جامشوري مان ايم بي بي ايس جي تعليم ورتائون. انهيءَ دوران سندس لاڙو شاعريءَ ڏانهن رهيو. استاديءَ لاءِ پنهنجي چاچي "انور هالائي" سان رجوع ٿيو پاڻ "انجمن فروغ ادب هالا" ۽ "سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن" جو به ميمبر هو. سگا طرفان طبي ڪئمپن ۾ نمايان خدمات سرانجام ڏنائين. پريا، ڳوڙي، ٽنڊو محمد خان ۽ آخر ۾ ٽنڊو سعيد آباد ۾ ميڊيڪل آفيسر ٿي رهيو. دل جي بيماريءَ کيس گهڻو وقت جيئڻ نه ڏنو ۽ 40 ورهين جي عمر ۾ 18_ مئي 1985ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

الوداع دانشوران علم و عرفان الوداع
الوداع بخت سڪندر ڪجي عنوان الوداع
الوداع اي جاهه و عظمت شان شاهان الوداع
الوداع اي آرزوئن دل جا ارمان الوداع

وادي مهراڻ جا ماهِ درخشان الوداع
جامشوري ۾ ٿين ٿيون هاڻ مهمان الوداع

ٽڪ آلوده اکيون ليڪن ٻي زبان تي مرڪ آهه
حسرتون ٿيون هم تقين صحرائي الفت بي پناهه
تسڪيون جاڳيل سٺيون غمگين ٿي هي درسگاهه
زش لب منزل لسان ڪان جو جتائي پنهنجي زاد
ڪنهن جا لسمت لسان ڪي آهي ترڪان الوداع
جامشوري ۾ ٿين ٿيون هاڻ مهمان الوداع

❁❁❁



# "مومن" مليرائي

(1906ع - 1987ع)

شيخ محمد ميمڻ "مومن" مليرائي سن 1906ع ۾ ڪراچي شهر جي ڳوٺ "مراد ميمڻ" ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم ملا مڪتب ۾ قرآن شريف مان ڪيائين ۽ ان بعد پرائمري اسڪول ۾ داخلا ورتائين. جتان چار درجا سنڌي جا پاس ڪري بعد ۾ ذاتي مجبورين سبب ٻنيءَ جي ڪم ڪار کي جنبي ويو. ادبي دنيا ۾ 1933ع کان ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. پاڻ "خلافت تحريڪ"، "مسلم ليگ" ۽ ٻين سياسي جماعتن ۾ صف اول جو ڪارڪن ٿي رهيو. آزاديءَ کان پوءِ سياست کان ڪناره ڪش ٿي مڪمل طور تي ادبي انجمن جهڙوڪ "بزم نظامي"، "بزم طالب المولى" ۽ "بزم اسير" جو سرگرم ميمبر ٿي رهيو. شروعاتي دور ۾ پنهنجي ڪلام جي اصلاح "سرشار عقيلي" ۽ امير بخش "امير" قريشي شڪارپوري کان ورتائين. تصنيفات مان "عشق جو آواز" سندس ڪلام تي مشتمل آهي. مومن صاحب سن 1987ع ۾ وفات ڪئي.

## ڪلام

مون کي ڪري اي يار! حيران ورئي نه ايندو
ڪڪوار جو اهو رخ تابان ورئي نه ايندو

هي عهد ٿي ملياسون، آئين ٻه ٿل ملن سيد
ڦيرون وري به ايندين، انسان ورئي نه ايندو

جنهن کي عجب اي سڄڻا مارين فراق تنهنجي
محفل ۾ مون جهڙو ڪو حيران ورئي نه ايندو

چوڏهينءَ جي چنڊ جيان ٿيو جو طرف جنهن جو جلوو
منهنجي اکين تي اهڙو مهمان ورئي نه ايندو

عمر دراز گذري ڪوڙي فڪر ۾ "مومن"
منهنجي هٿن ۾ تنهن جو دامن ورئي نه ايندو

===



# مولانا محمّد عظيم "شيدا"

(1882- 1988ع)

مولانا محمّد عظيم "شيدا" ولد لعل بخش سولنگي ڳوٺ ڳل ٻرڙ تعلقي وارهه ضلعي لاڙڪاڻي ۾ 1882ع ڌاري تولد ٿيو. قرآن شريف ۽ نور نامون وڏي ڀاءُ آخوند فقير محمد وٽ پڙهيو ۽ فارسي، عربي ڪتاب ڪافيه تائين ڪنڀو شهر ۾ مولانا عبدالعزيز مظفراڻي خاراني وٽ پڙهيو. ان کان پوءِ پير جهنڊي جي مدرسي ۾ مزيد تعليم حاصل ڪيائين. منطق مولانا خادم حسين وٽ ۽ ٻيا علوم مولانا محمّد محسن شاهه وٽ ميان جي ڳوٺ ۾ پڙهيو ۽ دستار بندي ڪيائين ۽ مختلف مدرسن ۾ درس و تدريس جو ڪم ڪيائين. پاڻ حڪيم حاذق هو. نواب غيبي خان چانڊيو ۽ نواب يوسف خان مگسي جو خانداني حڪيم هو. ٻه ڀيرا حج جي سعادت حاصل ڪيائين. فارسي ۽ سنڌي جو سٺو شاعر هو. "جمعيت العلماءِ لاڙڪاڻي" جو صدر به هو ۽ "جمعيت العلماءِ هند" جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو پڻ ميمبر هو. سندس انتقال 6- آڪٽوبر 1988ع تي ٿيو.

## ڪلام

ساقي اڄوڪي بزم ۾ واهه جو سرور هو
مئي خوشگوار لعل بتان جي حضور هو

زاهد به زهد خشڪ کان آيو ملول ٿي
جو ان کي بانهه ناب جو بيحد ضرور هو

رندي ۽ زاهدي نه مدار آ نجات جو
آهيم آسرو جو هو الله غفور هو

هڪ جلوه ناز سان جو لٽي دل کي دلربا
مينگار تنهنجي سهڻي ونڊر ڪيلو هو

ظلمات دوجهان سڀني ڪافور ٿي ويئي
"شيدا" ٿي ان جي نور جو جڏهن ظهور هو

***



# سيّد گل حسن شاهه "مجذوب"

(1910-1988ع)

سيّد گل حسن شاهه "مجذوب" ولد سيّد قمرالدين شاهه ناگوري 1910ع ۾ عمر ڪوٽ ۾ تولد ٿيو. سندس بزرگ هند مان هجرت ڪري اچي عمر ڪوٽ ۾ سڪونت پذير ٿيا ۽ اڄ تائين به ڪافي ناگوري سادات عمر ڪوٽ ضلع ٿرپارڪر ۾ رهن ٿا. "مجذوب" صاحب ابتدائي تعليم پنجين درجي تائين عمر ڪوٽ ۾ حاصل ڪئي ۽ خانگي طرح قرآن مجيد، اردو، فارسي ۽ انگريزي به سکيو. اول اردو ۾ شعر چوندو هو ۽ بعد ۾ "مخلص"، "مراد علي"، "ڪاظم" ۽ نور محمد "نور" نظاماڻي جي شاعريءَ کان متاثر ٿي سنڌيءَ ۾ غزل چيائين. شاعريءَ ۾ غزل، نعت، منقبت ۽ نظم تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. اردو ۽ سنڌي ٻنهي زبانن ۾ سندس ڪلام جو ذخيرو چڱي انداز ۾ موجود آهي. پاڻ سٺو ليکڪ ۽ سٺو مقرر به هو. آزاديءَ جي تحريڪ جي دوران تقريرون به ڪندو هو. 11 نومبر 1988ع تي انتقال ڪيائين.

## ڪلام

سر ۾ سودا آهي سڪ جي دل ملي
در تنهنجو ليڪن نه ڪو دلبر ملي

تشنه لب آهيان مان اي پير مغان
ميڪدي مان مون کي ڀي ساغر ملي

تنهنجا عشوه تنهنجا غمزه تنهنجو ناز
تنهنجو ثاني ڪو نه ٻيو دلبر ملي

بحر الفت ۾ ٽٻي جو غوطه ڏي
ته اهڙو غواص کي گوهر ملي

لامڪان ۾ گر ڏسڻ چاهين ته پوءِ
جو ڪو "مجذوب" تنهنجو گهر ملي

□□□



# صوفي فقير نوّاب بهاول خان لغاري

(1921-1989ع)

صوفي فقير نوّاب بهاول خان ولد امداد علي خان ولد نوّاب بهاول خان شهيد ولد فقير ولي محمد صاحب، تاريخ 5- رمضان المبارڪ 1339هه مطابق 13- مئي 1921ع تي پنهنجي آبائي ڳوٺ تاجپور ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم ڀرپاسي ۾ حاصل ڪيائين. ننڍي عمر ۾ والد جي سايي کان محروم ٿي ويو مگر پنهنجن بزرگن خصوصاً پنهنجي ناني نوّاب حاجي غلام حيدر خان جي صحبت ۽ تربيت مان گهڻو ڪجهه حاصل ڪيائين. 22 سالن جي عمر ۾ درگاهه جهوڪ شريف جي سجاده نشين حضرت عبدالستار شاهه ثاني جي هٿ تي بيعت ڪيائين. زمينداري ۽ طبابت کي پيشي طور اختيار ڪيائين. شاعري، راڳ، رهاڻ ۽ ڪتابن جي مطالعي سان ڪيس گهڻي دلچسپي هئي. نوّاب صاحب 28- جمادي الاول 1409هه مطابق 7- جنوري 1989ع تي وصال ڪيو.

## ڪلام

ٿيهه رک دل تي قطر فنائي جو توکي مطلق علم ڏئي ملڪو آ

ظاهر ۾ ٿي اصول شريعت باطن ۾ وٺ راهه طريقت
ٿي سودو صاف سچائي جو

رمز وحدت جو رستو نرالو سڪون پيو مڪان جي پيالي
ٿي سودو صاف سچائي جو

دام دوئي جا ڇڏ اُن ٽوڙي حمد ڪيو ۽ پياڻي ٻوڙي
رک شوق الله رحي صفائي جو

"بهاول" رهه سچيه حال فقيري ترڪ ڪري ڇڏ خيال اميري
وٺ رستو راز خدائي جو

■■■



# احمد خان "آصف" مصراڻي

(1922-1989ع)

احمد خان "آصف" ولد محمد اسماعيل مصراڻي 8- جولاءِ 1922ع تي ڳوٺ متو پير، تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ضلع دادو ۾ ڄائو. فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ 1939ع ۾ تعليم بالغان ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. 1937ع ۾ حافظ محمد "احسن" ۽ جمعي خان "غريب" کان علم عروض جا درس ورتائين. نثر، خيال، نظم ۽ ڪيترائي مضمون لکيائين جيڪي شايع ٿيا. "انجمن آفتاب" دادو، "جمعيت الشعرا سنڌ"، "سنڌي ستار سوسائٽي ڪراچي" ۽ "بزم طالب المولى" وغيره ۾ سرگرمي سان حصو ورتائين. سنڌي ادبي بورڊ جي لوڪ ادب اسڪيم ۾ فيبروري 1957ع کان سيپٽمبر 1958ع تائين ڪم ڪندو رهيو. سندس انتقال 15- جولاءِ 1989ع تي ٿيو.

## ڪلام

نشو ۽ نما چمن جي نظارن ڇڏي ڏني
بدلي فضا ته حسن بهارن ڇڏي ڏني

گل جي جڳهه تي خار ۽ خاشاڪ رهجي ويا
بدلي فضا ته حسن بهارن ڇڏي ڏني

پنهنجا به ڪن ايئن جو پرايا به ڪن نٿا
افسوس اڄ پيارن پيارن ڇڏي ڏني

رهبر لٽي ٿو ڪاروان رهزن جو ڇوڙيو ڏيهه
منزل جو شوق رهگذارن ڇڏي ڏني

آهه ۽ فغان ٿيو مشغول هجر حبيب ۾
دل کي شڪيب ۽ صبر قرار ڇڏي ڏني

"آصف" سهارو پنهنجن جو ٿورڪي مشڪل آهه
ڪجهه ڪم نه آهي ٿوري سهارن ڇڏي ڏني

▪▪▪

# فقير ميان علي گوهر شر

(1918-1989ع)



فقير ميان علي گوهر ولد فولاد فقير شر ديهه ڳوٺ مينگهو شر تعلقو خيرپور ميرس ۾ 14 محرم الحرام 1337هه مطابق 20 آڪٽوبر 1918ع تي تولد ٿيو. سندس پالنا ۽ پرورش سندس والد محترم جي نظر هيٺ ٿي. سنڌي تعليم پنهنجي ڳوٺ مينگهو شر ۾ پاس ڪيائين. اردو ۽ فارسي [illegible] تائين تڳڻ ۾ جيد عالم استاد مولوي غلام محمد وٽان حاصل ڪيائين. عربي ڳوٺ جي مولوي فيض محمد شر وٽ پڙهيو. ڪريمي شاعري ۽ پاسٽري هندستان کان آيل هڪ پنڊت کان سکيو. علم تصوف، وحدانيت، معنيٰ ۽ معرفت جو معراج پنهنجي والد بزرگوار وٽان ماڻيائين. ڪيسي سماع جو هر وقت شوق هوندو هو. اگر وٽس ڪو ڳائڻ وارو موجود نه هوندو هو ته پاڻ به ڳائيندو هو. سندس طبيعت ۽ پوشاڪ سندس والد جهڙي هئي. البت ان کان اڳ ۾ ڪجهه نثر ۽ هو پاڻ شاعر هئي مختلف ٻولين جهڙوڪ عربي، فارسي، سنڌي، اردو، سرائيڪي ۽ هندي ۾ شعر چيائين. سندس 15 ڪتاب قلمي صورت ۾ آهن. شعر ۾ "علي گوهر" نالو تخلص طور ڪتب آندو اٿس. ڪٿي "بيخود" به چيو اٿس. سندس وصال بروز اڱارو 6 جمادي الاول مطابق 13 ڊسمبر 1989ع تي ٿيو.

## ڪلام

عشق ۾ سر ڏيڻ ڪٿي سخاوت هن کي چئبو آهي  
مرڻ هن جي محبت ۾ شهادت هن کي چئبو آهي

ڪري جو عشق جي دعويٰ لحوڻي تان تي اول عاشق  
اناالحق ورد آهي ان جو تلاوت هن کي چئبو آهي

عشق جي آهي حالت هي سدائين سوز آهي تازو  
عشق ۾ جان ٻرداز ٿيڻ عنايت هن کي چئبو آهي

تصور يار جو هر دم رکڻ آهي رياضت هي  
لسوڻ ديدار دلبر جو عبادت هن کي چئبو آهي

عشق ۾ "علي گوهر" سدائي محو معشوقي  
آئينو ذات دل ان جي بصارت هن کي چئبو آهي

ـــ



# راڄ محمد "جمال" پلي

(1941-1991ع)

عبدالرحيم المعروف راڄ محمد ولد خانصاحب عطا محمد پلي 6- جنوري 1941ع تي پنهنجي اباڻي ڳوٺ خانصاحب عطا محمد پلي ۾ تولد ٿيو. پرائمري ۽ انگريزي تعليم ڪنهن اسڪول يا مدرسي مان حاصل نه ڪيائين پر پنهنجي والد صاحب جي سايه هيٺ سنڌي ۽ انگريزي جي ڪجهه تعليم پرائين. ڪجهه عرصي بعد اورينٽل ڪاليج حيدرآباد ۾ وقتي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخلا ورتائين پر اراڻي جو مضبوط شخص هو. شاعري جي شروعات ڪافي سان ڪيائين ۽ ان کان پوءِ غزل وغيره تي به طبع آزمائي ڪيائين. سندس وفات 16- ڊسمبر 1991ع تي ٿي.

## ڪلام

قلب جاڳي جاڳي جاڳ جاڳي ڪر تون نور هدايت

پردا حجابن سب هٽائي ياد کي ڪس تون ياد ۾ لڳين
منجهيئي مدامي ماڳ جانب جوڙيون آهن تو ۾ جايون

عمر سڄي تو سمهي وڃائي جاڳي تونا جوت جلائي
سمجهه لاهي ستاڳ وٺي ڳاءِ تون واحد جون وايون

ات ئي پهر اندر ۾ اوري ڪٽ قلب جي ميلي ڪوري
ڏي تان نوتي جا لاهي ڏاگ ميٽ تون من تان مڙيئي ميرايون

ٻن جاڳي جيئن "جمال" اڄايون ستي ڪٽيون نه پريون پرايون
اوڙي ڏاڙان سب اياڳ ويل نيرون ڪنهن نه ٽرايون

***

35_ ڪليات ٽارڪ، سنڌي ادبي بورڊ
36_ ڪليات علوي، ڊاڪٽر عبدالخالق سهروردي، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو 1993ع
37_ ڪليات ڪمال، مرتب اطهر گيلاني، سنڌي ادبي بورڊ 1979ع
38_ ڪليات ناز، مؤلف پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد ”حامي“ سنڌي ادبي بورڊ 1987ع
39_ ڪلهوڙا دور جو ڪلام، مرتب لطف الله بدوي، سنڌي ادبي بورڊ 1964ع
40_ ڪي پراڻا ڪي سڄا، جي الانا، وفاقي اڪيڊمي ڪراچي
41_ گلدستي جمعيت الشعراء، مرتب محمد علي جوهر وغيره
42_ گلجند قلاده، مصنف فقير عطا حسين ”عطا“ شر، الامين پبليڪيشن 1991ع
43_ مضمون ۽ مقالا، علامه عمر بن محمد دائود پوٽو، مرتب خانم خديجه دائود پوٽو، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڪميٽي حيدرآباد ڀٽ شاهه 1978ع
44_ حج جي ماڻ، مولانا عبدالوهاب چاچڙ، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي سکر 2001ع
45_ مهاڻي مٿانئن مشاهير، غوث محمد گوهر، الڪبير اڪيڊمي کوٺڙي ڪبير 1998ع
46_ مهراڻ جا مالڪ، نئين زندگي 1960ع
47_ مهراڻ سوانح نمبر، سنڌي ادبي بورڊ 1990ع
48_ مهراڻ شاعر نمبر، سنڌي ادبي بورڊ 1990ع
49_ نوائي فراق، مصنف حاجي محمد اسحاق هالائي، صفدر پرنٽنگ پريس ميرپور خاص 1958ع
50_ وياسي ويهجهار، غلام محمد گرامي، سنڌي ادبي بورڊ 1977ع
51_ يار عاطي، محبوب سروري، محفل سروري هوسڙي 1959ع
Dr. H.I Sadarangani, Persion Poets of Sindh. – Sindhi Adabi Board 1987_52

=

# سنڌي ادبي بورڊ طرفان تازا شايع ٿيل ڪتاب

(1) چيرو ٽڙيون، مخدوم محمد زمان 'طالب المولیٰ'
(2) جنت النعيم في فضائل القرآن الڪريم، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي
(3) مجمل سرست جو سنڌي ڪلام، مرتب: عثمان علي انصاري
(4) مجمل سرست جو سرائيڪي ڪلام، مرتب: مولانا حڪيم محمد صادق رانيپور
(5) ديوان بيدل، مرتب: سيد عبدالحسين شاهه موسوي
(6) احوال و آثار عبدالقادر بيدل صوفي القادري (فارسي)، ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو
(7) ينابيع الحياة الابدية في طريق طلاب النقشبنديه (جلد پهريون)، مخدوم ابوالحسن ٺاٽوي
(8) سالڪ جو سفر، سنڌيڪار: پرياس پيرومل آڏواڻي
(9) توکي سون ساريو، زيب سنڌي
(10) سنڌ جي سياسي جدوجهد، ڊاڪٽر محمد لائق زرداري
(11) ڪرڻي جهرڪيل (شاعري)، استاد بخاري
(12) خيابانِ عمل، مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
(13) تحفة الڪرام، مير علي شير قانع / سنڌيڪار: مخدوم امير محمد
(14) چچ نامه، علي ڪوفي / سنڌيڪار: مخدوم امير محمد
(15) ماٺيو شهر پنهنجو، غلام رباني آگرو
(16) حج بيت الله، ڊاڪٽر خالده سڪندر منڊرو
(17) پرائيس ڪهاڻيون، ولي رام ولڀ

# سنڌي ادبي بورڊ طرفان عنقريب شايع ٿيندڙ ڪتاب

(18) مخزن المخطوطات (سنڌي/انگريزي)، مخدوم سليم الله صديقي
(19) اسلامي ادب جو تنقيدي جائزو (1947ع کان پوءِ)، ڊاڪٽر محمد ادريس السنڌي
(20) سنڌ ۾ رهندڙ بلوچ قبيلا، رحيمداد مولائي شيدائي
(21) سنڌ گزيٽيئر (جلد پهريون)، ايڇ. ٽي. سورلي / سنڌيڪار: سليم احمد
(22) روم جي شهنشاهت جو زوال ۽ خاتمو (ڇهون)، سنڌيڪار: عنايت بلوچ
(23) مخدوم جعفر بوبڪائي (سوانح، علمي ڪارناما)، ڊاڪٽر مولانا عبدالله ڪوسو
(24) ڪجهه ٽيڪي رندا سي (تنوير عباسي)، مرتب: يوسف سنڌي
(25) 100 عظيم ڪتاب، سنڌيڪار: محمد احمد منصور عباسي
(26) هليو آ، هليو آ، ملائشيا، الطاف شيخ

Soorih Sindhi Adab

HOME | شخصيتون | ڪتاب | سنڌي ادب جا دور | More



اسان جي ڪوشش.......

سنڌ جي تاريخ ، ٻولي ۽ ادب بابت مڪمل ڄاڻ پهچائڻ ، جيئن پنهنجي ٻولي جو سرمايو دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائي سگهجي.

شاگردن لاءِ هرقسم جي معلومات مهيا ڪجي ٿي جيئن هر امتحان ۾ ڪامياب ٿي سگهن

**Website designed & edited by:**

**Yasir Ali Korejo**
**S/O Muhammad Qasim**
**Professional: Linguistic (English) , Information Technology**
**Qualification: BS(English linguistics),MA (English Literature), B.com, I.com, D.I,T**
**Profession: English Lecturer.**



اسان جو فيس بوڪ پيج



والد جو نالو : بهادر علي

پيدائش : ڳوٺ ڪبڙو تعلقو رتوديرو ..... جنم جي تاريخ : 1975/04/08

تعليم : پرائمري ، پرائمري اسڪول ڳوٺ ڪبڙو

مئٽرڪ ، هاءِ اسڪول نئون ديرو 1990

انٽر ، گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻو 1992

گريجوئيٽ ، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور 1994

پوسٽ گريجوئيٽ ، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور1997

نوڪري ، سنڌ پوليس ضلعو لاڙڪاڻو.

وجهه شهرت ....... شاعر ، ڪهاڻيڪار ، ناول نويس (ڀاڱن ۾) ، مضمون نگار

۽ تاريخ سهيڙيندڙ

https://www.facebook.com/maqbool.merani

*http://soorihsindhiadab.website2.me*